سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي NO.SELD/HCW/18/2018: Dated: 30-01-2022 موجب سنڌ صوبي جي سيني پرائمري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

ڊائريڪٽوريٽ آف ڪريڪيولم اسيسمينٽ اينڊ ريسرچ، سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل

## قومي ترانو

پاڪ سرزمين شاد باد ڪِشورِ حَسِين شاد باد
تو نشانِ عزمِ عالي شان اَرضِ پاڪستان
مرڪزِ يقين شاد باد

پاڪ سرزمين ڪا نظام قوّتِ اُخُوّتِ عوام
قوم، مُلڪ، سلطنت پائنده تابِنده باد
شاد باد منزلِ مُراد

پرچمِ ستاره و هلال رهبرِ ترقّي و ڪمال
ترجمانِ ماضي، شانِ حال جانِ اِستقبال
سايهٔ خدائي ذوالجلال



| سلسليوار نمبر | | | |
|---|---|---|---|
| ڇپجڻ جو مهينو ۽ سال | ڇاپو | تعداد | قيمت |
| | | | مفت |

# سنڌي پنجون ڪتاب

## (پنجين ڪلاس لاءِ)

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄام شورو

ڇپيندڙ:

ڊائريڪٽوريٽ آف ڪريڪيولم اسيسمينٽ اينڊ ريسرچ، سنڌ جي نصابي ڪتابن
جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل

نگران اعليٰ: **آغا سهيل احمد**
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران:
- ڊاڪٽر نصرت پروين سهتو
(ڊائريڪٽر اڪيڊمڪس، ريسرچ اينڊ ٽريننگس)
- اويس ڀٽو
- جمشيد احمد جوڻيجو

ليکڪ: محمد پريل ’بيدار‘ مگريو - سيد شير شاهه - ولي رام ”ولڀ“
لعل بخش ڪوڪر - امام بخش ٻرڙو - مهرالنساءِ لاڙڪ
الله بخش ٽالپر - سُکيو خان چنا - تاج محمد شيخ - نزاڪت شاهه ڏاڏاهي
ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو - ڊاڪٽر اسحاق سميجو - عزيز ڪنگراڻي - علي دوست عاجز
خالد آزاد وگهيو - اويس ڀٽو - علي ڏنو جروار - سراج احمد چنا - اياز احمد ڀٽو

ايڊيٽر: سيد امداد حُسيني

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر محمد علي مانجهي - ڊاڪٽر سعيده پروين ميمڻ
ڊاڪٽر شازيہ پتافي - ڊاڪٽر الطاف جوکيو - دلشاد احمد ڏيٿو
تحسين ڪوثر انصاري - محمد سليم نظاماڻي
اويس ڀٽو - محمد ادريس جتوئي

السٽريشن: ساجده يوسف

پيج ميڪنگ: واحد بخش سولنگي - نور محمد سميجو

# ٻه اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پيائيپيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊ ڪڙڇ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارائتا ٿيندا.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

# فهرست

## سبق ستون

### سکيا جي حاصلات

- نظم ۽ شعر ياد ڪري، انفرادي ۽ اجتماعي طور سُر سان پڙهي سگهي.
- نظم پڙهي ان مان رديف ۽ قافين جي چُونڊ ڪري سگهي.
- مختلف عنوانن تي مضمون لکي سگهي.
- ٻارن جا رسالا ۽ اخبارون پڙهي سگهي.
- غلط ۽ صحيح اُچارن جي ادائگي ۽ لهجوٻُڌي، انهن ۾ فرق ڪري سگهي.

# هَلو سَبز پَرچَم اُڏاري هَلو

وطن جي چمن کي سنواري هلو،<br>
سنواري، سُڌاري، اُجاري هلو.

سخا جي نظر سان نهاري هلو،<br>
وفا جي اکر کي اُچاري هلو.

سوين سِجَ اُڀ تي اُڀاري هلو،<br>
سڄو ساٿُ ساري سنياري هلو.

ڪدورت ۽ ڪيني کي دل مان ڪڍي،<br>
فقط ديس جو ڏيان ڏاري هلو.

جبل، جهنگ، دريا لتاڙي لنگهو،<br>
ڏکن جي تہ ڏونگر کي ڏاري هلو.

ڪَچائي، ڪُپت، ڪوڙُ ڪوري ڪڍو،<br>
صداقت ۽ سچ جي سَهاري هلو.

بلنديءَ جي عظمت جا ڪوڙي عَلَمَ،<br>
زماني کي حيرت ڏياري هلو.

ڪنارا اچي نيٺ چُمندا قدم،<br>
تَوڪل جي تُرهي کي تاري هلو.

هلڻ جو، وڌڻ جو، ٻگلُ تو وڄي،<br>
اُٿو قافلي، کي اٿاري هلو.

امانت اوهان کي، تي سُونهي 'سليم'،<br>
هلو سبز پرچم اُڏاري هلو.

سليم ڳاڙهوي

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي ۽ ڇو؟
٢- ’ڏُکن جي ڏونگر کي ڏارڻ‘ مان ڇا مُراد آهي؟
٣- وطن جي چمن کي ڪيئن سنوارجي؟
٤- وطن جي حُب جا ڪي بيا شعر توهان کي ياد هُجن ته ٻُڌايو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن کي جُملن ۾ ڪم آڻيو:**

ساٿ - عظمت - أپ - سچ - ڪنارا - ڏيانُ

**(ج) نظم کي سُر ۽ لئه سان ڪورس واري انداز ۾ پڙهو.**

**(د) وطن جي جهنڊي جي عزت بابت هڪ مضمون لکو.**

**(هه) هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:**

* ڪچائي، ڪُپت، ڪوڙُ ..........................،
.................................... جي سَهاري هلو.
* جبل، جهنگ، دريا ..............................،
............................ ڏونگر کي ڏاري هلو.
* هلڻ جو، وڌڻ جو ................................،
.................................... کي أتاري هلو.

**(و) نظم ۾ ڪم آيل ’هم آواز‘ لفظن جي چونڊ ڪريو: جيئن:”سنواري / نهاري“.**

**ياد رکو ته:** نظم ۾ اهڙن هم آواز لفظن کي ’قافيو‘ به چئبو آهي.

**سرگرمي:** اُستاد ٻارن جون مختلف ٽوليون ناهي، ڪين اخبارون ۽ رسالا پڙهڻ لاءِ ڏئي، پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرائي ۽ ڪلاس آڏو پيش ڪرڻ لاءِ چئي.

### سبق اٺون

### سکيا جي حاصلات

- ڪنهن تقريب ۽ تهوار، ميلي يا نمائش کي ڏسي، ان جي ڪنهن خاص سرگرميءَ تي پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪري سگهي.
- مفرد ۽ مرڪب جُملا زمانن (حال، ماضي ۽ مستقبل) مطابق بدلائي سگهي.
- عددن جي ترتيب کي سمجهي لکي سگهي. جيئن: پنجون - پنجين-پنجِين وغيره

# هولِي

هولي هندو ڌرم وارن جو هڪ اهم ڌرمي ڏڻ آهي. آڳاٽي زماني ۾ هندستان ۾ هرناڪش نالي هڪ راجا راڄ ڪندو هو. هڪ ڀيري هُن پوڄا ۾ دعا گهري تہ: ”مون کي اهڙي طاقت ملي، جو آءٌ نہ تير سان مري سگهان نہ تلوار سان، نہ گهر جي اندر مران نہ گهر کان ٻاهر، نہ مون کي ڪو زمين تي ماري سگهي، نہ آسمان تي، نہ ڪنهن انسان کان مري سگهان نہ جانور کان، نہ ڏينهن جو مران نہ وري رات جو“ چون ٿا تہ: ”هُن جي دعا اگهامي وئي. راجا طاقت جي نشي ۾ اچي اعلان ڪرايو تہ: ”هاڻي مون کان وڌيڪ ڪوبہ طاقتور نہ آهي، تنهنڪري اوهان سڀني کي منهنجي پوڄا ڪرڻ گهرجي.“

راجا کي پهلاج نالي هڪ پٽ هو. اُهو جڏهن وڏو ٿيو تہ راجا ڪيس تعليم ۽ تربيت لاءِ اُستاد وٽ ڇڏيو. استاد ڪيس هڪ ئي پالڻهار جي پوڄا ڪرڻ ۽ اُن کي ئي مڃڻ جي نصيحت ڪئي. تڏهن هن اهو سمجهيو تہ: ’منهنجو پيءُ هن سنسار جو خلقڻهار نہ آهي‘. اهو سوچي هُو ماڻهن ۾ پرچار ڪرڻ لڳو تہ”هِن سموري ڪائنات جو خلقيندڙ هڪ خدا آهي. اُن جي ئي پوڄا ڪرڻ گهرجي.“

جڏهن راجا ڏٺو تہ سندس پٽ، سندس راڄ کي گمراهہ ڪري رهيو آهي، تڏهن پٽ کي حڪم ڏنائين تہ: ”تون اها ڳالهہ ڇڏي ڏي.“ پر هُو نہ مُڙيو. نتيجي ۾ ماڻهو راجا جي خلاف ٿي پيا ۽ پهلاج کي ’سچو ڀڳت‘ سمجهڻ لڳا.

راجا کي اِها ڳالهہ نہ وڻي ۽ هُو پهلاج کي مارائڻ لاءِ سِٽون سِٽڻ لڳو. هُن ڪيس جبل جي چوٽيءَ تان ڌڪو ڏياريو، سمنڊ ۾ ٻوڙي مارڻ لاءِ لوڙهيو، پر هُو بچي ويو. راجا کي پريشان ڏسي، سندس ڀيڻ هولڪا وٽس آئي ۽

چيائينس تہ: ”مون وٽ هڪ اهڙي چادر آهي، جنهن کي جيڪو بہ پنهنجي جسم تي ويڙهيندو، تنهن کي باهہ نہ ساڙيندي. تون باهہ جو وڏو مچ ٻاراءِ. آءٌ اُن ۾ اُها چادر ويڙهي ويهنديس. پوءِ پهلاج کي چئجان تہ جيڪڏهن تون سچ تي آهين تہ هن مچ ۾ گهڙُ! هو جڏهن باهہ ۾ ايندو تہ سڙي خاڪ ٿي ويندو ۽ تنهنجي هُن مان جِند ڇُٽي پوندي.“

راجا کي اِها ڳالهہ وڻي. هُن هڪدم مچ ٻارايو. هولڪا چادر ويڙهي وڃي اُن ۾ ويٺي. پهلاج بہ ڌڻيءَ کي ياد ڪري مچ ۾ ٽپي پيو. اُن مهل قدرت سان هڪ وڏو طوفان آيو. هولڪا جي چادر اُڏامي وڃي پهلاج تي پئي. هولڪا سڙي خاڪ ٿي وئي ۽ پهلاج صحيح سلامت ٻاهر نڪري آيو. ماڻهو ’سچ جي جئہ‘ جا نعرا هڻڻ لڳا.

ان کان پوءِ راجا هڪ ٻِي سِٽ سِٽي. هن لوهہ جو هڪ وڏو ٿنڀ باهہ ۾ تپائي ڳاڙهو ڪرايو ۽ پهلاج کي للڪاري چيائين تہ: ”جيڪڏهن تون سچو آهين تہ هِن ٿنڀي کي ڀاڪر پائي ڏيکار.“ جڏهن پهلاج ٿنڀي ڏانهن ڏٺو تہ مٿان ان جي هڪ ماڪوڙي گذري رهي هئي. پوءِ هن جو ڊپ ختم ٿي ويو ۽ ڊوڙي وڃي ٿنڀي کي ڀاڪر پاتائين. قدرت سان ٿنڀو ٽڪاءَ ڪري ڦاٽي بہ اڌ ٿي پيو ۽ اُن مان ’نرسنگهہ‘ نڪري نروار ٿيو. نرسنگهہ جي جسم جو، اڌ شينهن جو ۽ اڌ ماڻهوءَ جو هو.

سانجهي ٿي، تہ نرسنگهہ، راجا هرناڪش کي جهلي، پنهنجي گوڏن تي رکيو ۽ دربار جي چانئٺ تي ويهي، پنهنجا نَنهن سندس ڇاتيءَ ۾ کُپائي کيس ماري ڇڏيائين. پوءِ هُن پهلاج کي هرناڪش جي گاديءَ تي ويهاريو.

هندو ڌرم جا پوئلڳ هولڪا جي سڙي خاڪ ٿيڻ واري ڏينهن تي خوشيءَ ۾ ’سچ جي جئہ‘ چئي، هر سال ڦڳڻ مهيني جي ٻارهين تاريخ تي ڌوم ڌام سان ’هوليءَ‘ جو ڏهاڙو ملهائيندا آهن.

هوليءَ جي موقعي تي رات جو هر گهر ۾ باهہ جو مچ ٻاريو ويندو آهي،

جنهن ۾ ٻاڙهي ڏاڳي سان ويڙهيل اٽي جو مِنو لولو پچائبو آهي. لولو پچي ويندو آهي، پر ڏاڳو اهڃاڻ طور نہ سڙندو آهي. ڏاڳي جي سلامت هجڻ کي ’سچ جي جئہ‘ چيو ويندو آهي.

هوليءَ جي ٻئي ڏينهن تي ڌوڙيو ٿيندو آهي. انهيءَ موقعي تي هندُو رنگن جون پچڪاريون پري، مِٽن مائٽن ۽ دوستن تي اُجلي محبت ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- راجا هرناڪش ڪهڙي دعا گهري هئي؟
٢- راجا هرناڪش جي پٽ جو نالو ڇا هو؟
٣- پهلاج ڀڳت، پيءُ جي خلاف ڇو ٿيو؟
٤- هولڪا ڪير هئي ۽ سندس موت ڪيئن ٿيو؟
٥- هولي ڪهڙي مهيني ۾ ملهائبي آهي؟
٦- هوليءَ جي ٻئي ڏينهن کي ڇا سڏبو آهي؟
٧- راجا هرناڪش جو موت ڪيئن ٿيو؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| تربيت | | |
| للڪار | | |
| سنسار | | |
| پرچار | | |

## (ج) هيٺ ڏنل جملن کي زمان ماضيءَ مان زمان حال ۾ بدلايو:

جيئن : پهلاج آيو - پهلاج اچي ٿو.

- هريش ماني کاڌي. ...............................................
- سيتا اسڪول وئي. ...............................................
- اسڪول جو گهنڊ وڳو. ...............................................

## (د) نوان لفظ ٺاهيو:

جيئن: پنجون - پنجين - پنجِين وغيره

| | | |
|---|---|---|
| ڇهون | | |
| ستون | | |
| انون | | |
| نائون | | |
| ڏهون | | |
| يارهون | | |

## (هـ) تصوير ۾ مناسب رنگ ڀريو:

### ياد رکو ته:

- ڦڳڻ مهينو وڪرمي سال جو ٻارهون مهينو آهي.
- عيدالفطر ۽ عيد الاضحيٰ مسلمانن جا وڏا ڏينهن آهن.
- ڪرسمس، عيسائين جو وڏو ڏينهن آهي.
- هولي ۽ ڏياري هندن جا وڏا ڏينهن آهن.

* اسان سڀني کي سمورن مذهبي ڏِڻن جو احترام ڪرڻ گهرجي.

سبق نائون

# سِنڌ جا عِلمي ۽ ادبي ادارا

### سکيا جي حاصلات

- ٻڌل جملن جي تسلسل يا بي ترتيبيءَ کي سمجهي، بيان ڪري سگهي.
- درجيوار مواد پڙهي، تصوير جي مدد سان نون لفظن جو مفهوم ٻڌائي سگهي.
- روزمره جي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ ستن کان ڏهن سادن ۽ مرڪب جملن تي مشتمل پئراگراف لکي سگهي.

سنڌي ٻولي، ادب، ثقافت ۽ تهذيب جي سُڌاري ۽ واڌاري لاءِ سِنڌ ۾ عِلمي ۽ ادبي ادارا قائم ڪيل آهن. اُهي ادارا ٻوليءَ ۽ ادب جي واڌاري سان گڏ سنڌ جي ثقافت ۽ تهذيب کي روشناس ڪرائڻ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. تن مان ڪجهه ادارا هِي آهن:

## سنڌي ادبي بورڊ

سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ جو تاريخي علمي ۽ ادبي ادارو آهي، هِي ادارو ڄام شوري ۾ آهي. هن اداري جو بنياد 1940ع ۾ سنڌ جي تڏهوڪي تعليم جي وزير جي ايم سيد رکيو. تڏهن ان جو نالو ’سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ‘ رکيو ويو ۽ اداري جو چيئرمين ميران محمد شاهہ کي ڪيو ويو.

ڊسمبر 1951ع ۾، سنڌ سرڪار پاران ’سنڌي ادب لاءِ صلاحڪار بورڊ‘ نالو ختم ڪري ان جو نالو ’سنڌي ادبي بورڊ‘ رکيو ويو.

سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌي ٻوليءَ ۽ ٻين ٻولين ۾ ڪيترائي ڪتاب ڇپجي چُڪا آهن. ادب، ٻولي، تاريخ، سماج، دينيات، سائنس، لوڪ ادب، تصوف وغيره جي موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب اداري پاران ڇپيل آهن. هي ادارو سنڌ جي ٻولي، ادب ۽ ثقافت جي واڌاري لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري رهيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ پاران ’مهراڻ‘، ’سرتيون‘ ۽ ’گُل ڦُل‘ رسالا پڻ باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندا رهن ٿا. ان کان سواءِ هن اداري پاران علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون پڻ ٿينديون رهن ٿيون.

## سنڌالاجي

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌي ثقافت، تاريخ، ادب، علم آثارِ قديمه، علمِ انسان، موسيقيءَ کي هٿي وٺرائڻ ۽ انهن شعبن ۾ تحقيق ڪرڻ لاءِ قائم ڪيل هڪ ادارو آهي. هي ادارو سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ قائم ٿيل آهي. هن اداري جي شروعات، 20 ڊسمبر 1962ع ۾، سنڌ يونيورسٽي ايلسا قاضي ڪئمپس حيدرآباد کان ڪئي وئي. هن اداري جو پهريون نالو ’سنڌي اڪيڊمي‘ ان کان پوءِ ’اداره سنڌيات‘ ۽ آخر ۾ 1964ع ۾ پير حسام الدين راشديءَ جي تجويز تي ’ايران الاجي‘ ۽ ’ايجپٽالاجي‘ جي طرز تي، ’سنڌالاجي‘ رکيو ويو.

سنڌالاجي جا سيئي شعبا موهن جي دڙي کان شروع ٿيل سنڌو ماٿر تهذيب کي اجاگر ڪرڻ سان گڏوگڏ، سنڌ جا هنر، دستڪاري، قلمي نسخا، ناياب ڪتابي ۽ غير ڪتابي مواد ۽ نوادرات کي قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي اجاگر ڪرڻ ۽ تحقيق لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. هي ادارو سنڌ جي ثقافتي، تاريخي ۽ علمي سرگرمين کي هٿي وٺرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري رهيو آهي.

## سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1972ع ۾ قومي ٻولي ’اردو‘ سان گڏوگڏ صوبائي ٻولين جي ترقيءَ لاءِ قانون پاس ڪيو ويو. ان قانون موجب سنڌ اسيمبلي به 1972ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ قانون پاس ڪيو. ان ۾ ترميم ڪري، فيبروري 1991ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي کي جوڙيو ويو.

جنهن کي اسين ’سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو‘ بہ چوندا آهيون. هِي ادارو حيدرآباد، سنڌ ۾ آهي.

هِي ادارو سنڌي ٻوليءَ جي سُڌاري، واڌاري ۽ ان جي ترقيءَ لاءِ ساراهہ جوڳو ڪم ڪري رهيو آهي. جهڙوڪ: لفظن جي دُرست ۽ ترجيحي صورت، انهن جو استعمال ۽ جُملن جي دُرست جوڙجڪ جو ڪم ڪري رهيو آهي. گرامر ۽ لغتن جي ڇپائيءَ ۾ پاڻ موکڻ جهڙو ڪم سرانجام ڏيئي رهيو آهي. ان کان سواءِ اداري پاران نصابي ڪتابن جي ٻولي، اخبارن ۽ ٽي وي چينلن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ۽ اسڪولن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي دُرست پڙهائيءَ وارن ڪمن جو جائزو وٺي، انهن ۾ مناسب سُڌارا ۽ بهتري پڻ آندي وڃي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران ٻوليءَ ۽ ادب جي واڌاري لاءِ مختلف سيمينار ۽ محققن پاران ليڪچر پروگرام پڻ ڪرايا وڃن ٿا. اداري پاران ٻولي، ادب، تاريخ، جاگرافي، زراعت ۽ ماحوليات وغيره جي موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن. ان کان سواءِ گهڻ موضوعاتي ڪتابن جي اشاعت جو سلسلو ’انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا‘ جي نالي سان پڻ جاري آهي. جنهن ۾ انسائيڪلوپيڊيا جا ڪيترائي جُلد ڇپجي چُڪا آهن. اداري پاران ٽِه-ماهي تحقيقي جرنل ’سنڌي ٻولي‘ جي نالي سان ڇپجي ٿو، جنهن ۾ سنڌي ٻولي، ادب، تاريخ، تعليم، ثقافت، تهذيب ۽ فلسفي وغيره تي مشتمل تحقيقي مقالا لکيل هوندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- سنڌي ادبي بورڊ جو بنياد ڪڏهن رکيو ويو؟
٢- سنڌالاجي کي ڪڏهن قائم ڪيو ويو؟
٣- سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو ڪڏهن جوڙيو ويو ۽ ڇو؟
٤- سنڌي ٻولي ۽ ادب جي واڌاري لاءِ سبق ۾ ڏنل ادارن جو ڪهڙو ڪردار آهي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

بنياد - واڌارو - عِلمي - ماحوليات - سِلسلو

(ج) اوهان کي سنڌ جي ٻين علمي ۽ ادبي ادارن جي ڪيتري ڄاڻ آهي؟ انهن بابت ٻُڌايو.

(د) اوهان ڪڏهن ڪا سنڌي لغت استعمال ڪئي آهي؟ ته ان جو نالو لکو.

(هہ) هيٺ ڏنل عبارت پڙهو ۽ ان ۾ ڪم آيل نَوَنِ لفظن جي معنيٰ لکو.

اڄ ٻارن جي صفائيءَ جو هفتو آهي. سيني ٻارن پنهنجي پاڙي جي گهٽيءَ کي سُٺي نموني صاف ڪيو آهي. انهن گند ڪچرو ڪٺو ڪري دٻن ۾ اُڇلايو آهي. رستن تي انهن ڇٽڪار ڪيو آهي. گل ٻوٽن کي پاڻي بہ ڏنو اٿن. انهيءَ سان ڏاڍي وٽڪار ٿي پئي آهي. ٻارن جي انهيءَ ڪم تي پاڙيوارن کين داد ڏنو آهي. صفائيءَ جي ڪري آسپاس جو ماحول معطر ڪندڙ آهي.

هيٺين نَوَن لفظن جي معنيٰ لکو:

ڇٽڪار   وٽڪار   معطر   دادُ

(و) 'سنڌي ٻولي' جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گُهرجي؟ ان بابت ڪي بہ ڏهہ جُملا لکو.

## سبق ڏھون

# پيارا وطن

### سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي ان جو مفھوم ۽ مرڪزي خيال بيان ڪري سگھي.
- نظم پڙھي، ان مان رديف ۽ قافين جي چونڊ ڪري سگھي.
- نظم ۽ شعر ياد ڪري، انفرادي ۽ اجتماعي طور سُر سان پڙھي سگھي.
- لفظن ۾ اڳياڙين ۽ پڇاڙين کي سمجھي، انھن کي استعمال ڪري سگھي.
- مرڪب جُملا لکي سگھي.

منھنجا وطن پيارا وطن، اکڙين سندا تارا وطن!
اي دوست دل وارا وطن، ھر جاءِ ھاڪارا وطن!

تون ئي جياپو جان جو، تو سان سندم جيءَ جون جڙيون،
توسان اَڙيو مَن آ سَندمُ، اَي سرس سُونھارا وطن!

منڙا وطن تنھنجي مٿان، سِر ساھ سڀ گھوري ڇڏيان!
تنھنجو نہ مَٽ ڪو ديس ٻيو، محبوب موچارا وطن!

سُکيو ستابو شل رھين، ڪوسو لڳي توکي نہ واءُ،
ماکي ۽ مصريءَ کان مِٺا، اي جان کان پيارا وطن!

تنھنجي مٽيءَ ۾ مُشڪُ ۽ تنھنجي ھوائن ۾ ھُڳاءُ،
مھراڻ جي ھر موج، جڻ امرت سندي ڌارا وطن!

منھنجا وطن، شل شَھرَ ۽ سڀ ڳوٺڙا تنھنجا وسن،
رحمت سندا تو تي ڪڪر ڪن خوب وسڪارا وطن!

منھنجا محبت جا 'سليم' آھن، سوين تو تي سلام،
منٺار موچارا وطن، او سُونھن سِڪ وارا وطن!

سليم ڳاڙھوي

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- نظم ’پيارا وطن‘ مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو ۽ ڇو؟
٢- شاعر اکڙين جو تارو ڪنهن کي سڏيو آهي؟
٣- شاعر وطن جي مٽيءَ ۽ هوا لاءِ ڇا ٿو چئي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| هاڪارا | | |
| سرس | | |
| سُونهارا | | |
| هڳاءُ | | |
| مهراڻ | | |

## (ج) هيٺ ڏنل شعر جي سمجهاڻي لکو:

* منڙا وطن تنهنجي مٿان، سِر ساهه سڀ گهوري ڇڏيان،
تنهنجو نه مَٽ ڪو ديس پيو، محبوب موچارا وطن.

## (د) وطن سان محبت جي باري ۾ شاعر ڇا ٿو چئي؟ لکي ڏيکاريو.

## (هه) هن نظم ۾ ’تارا‘ ۽ ’هاڪارا‘ هم قافيه لفظ آهن، اوهان هن نظم مان ٻيا هم قافيه لفظ چونڊي لکو.

## (و) نظم ’پيارا وطن‘ سُر ۽ لئه سان ڪورس واري انداز ۾ پڙهي ٻڌايو.

(ز) هيٺ ڏنل اسمن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي ڌار لکو:

عورت - وڻ - ڪتاب - حيدرآباد - ناصر - گهوڙو
موٽر - ڪراچي - شازيه - پينسل - تاج محل - اسڪول

| اسم عام | اسم خاص |
| --- | --- |
| | |

(ح) لفظ 'ايماندار' ۾ 'دار' پڇاڙي آهي.

جيئن: ايمان + دار = ايماندار

اوهان هيٺ ڏنل خانن ۾ 'دار' پڇاڙيءَ وارا ڪي به پنج لفظ ٺاهي لکو.

-1 ______ + دار = ________________
-2 ______ + دار = ________________
-3 ______ + دار = ________________
-4 ______ + دار = ________________
-5 ______ + دار = ________________

سبق يارهون

# محمد عثمان ڏيپلائي

**سکيا جي حاصلات**

- ڪلاس ۾ رواني ۽ سان ڳالهايل لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم ٻڌي، سمجهي ۽ بيان ڪري سگهي.
- اخبارن ۽ رسالن ۾ ڏنل خبرن، فيچرن، ايڊيٽوريل، رپورٽن، اشتهارن، ڪالمن ۽ ايڊيٽر ڏانهن لکيل خطن کي رواني ۽ سان پڙهي سگهي.
- مختلف عنوانن تي مضمون لکي سگهي.
- الف-ب وار ڏسٽي ۽ موجب لغت مان لفظ ڳولي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهي استعمال ڪري سگهي.

محمد عثمان ڏيپلائي ۽ جو ڳاڻيٽو نامور عالمن، اديبن ۽ صحافين ۾ ٿئي ٿو.

محمد عثمان ڏيپلائي ۽ جو جنم 13 جون 1908ع تي، ٿرپارڪر ضلعي جي شهر ’ڏيپلي‘ ۾ ٿيو. سندس والد حبيب الله هڪ ننڍڙو واپاري هو. محمد عثمان ڏيپلائي ۽ جي شروعاتي تعليم ڏيپلي جي پرائمري اسڪول ۾ ٿي، جتي هو ڇهه درجا سنڌي پڙهيو. وڌيڪ تعليم جو ڏيپلي ۾ بندوبست نه هئڻ ڪري اڳتي پڙهي نه سگهيو، پر پنهنجي ذاتي شوق ۽ محنت سان اردو، عربي، فارسي ۽ هندي چڱي ۽ طرح سکي ويو. اسڪول ۾ سندس شمار ذهين ٻارن ۾ ٿيندو هو.

محمد عثمان ڏيپلائي ۽ کي ننڍي هوندي کان ئي لکڻ پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. چوٿين درجي ۾ پنهنجي هم ڪلاسي دوستن لاءِ هٿ سان لکيل هفتيوار اخبار ’فرحت آثار‘ ڪڍيائين. ان ۾ آکاڻيون، ٽوٽڪا ۽ خبرون ڏيندو هو. سن 1924ع ۾ جڏهن 16 ورهين جو هو، تڏهن سندس هڪ تاريخي مضمون دهلي ۽ مان نڪرندڙ مشهور اردو رسالي ’منادي‘ ۾ ڇپيو. ڏيپلائي ۽ جو پهريون افسانو ’چند سهڻو يا انسان‘ سنڌي ۽ جي مشهور رسالي ’ترقي‘ ۾ ڇپيو، پاڻ 19 ورهين جو هو ته سندس پهريون ڪتاب ’قرآني دعائون‘ ڇپيو ۽ ڪيس انعام پڻ مليو.

محمد عثمان ڏيپلائي ڏيڍ سَو کان مٿي ڪتاب لکيا، جن ۾ تاريخي ناول، ديني ڪتاب، افسانن جا مجموعا ۽ ناٽڪ شامل آهن. سندس مشهور ناولن ۾ ’نُور توحيد‘ ۽ ’سانگهڙ‘ شمار ٿين ٿا. ’نُور توحيد‘ ناول ۾ رسول پاڪ صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلٰي آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جي زندگي مبارڪ، جڏهن ته ’سانگهڙ‘ ناول ۾ حُرن جي

انگريز حڪومت سان زبردست ويڙهاند جو احوال آهي. انهيءَ ۾ خاص طور تي سنڌي عورتن جي همت ۽ بهادريءَ جا داستان آهن. سندس ديني ڪتابن ۾ ’قرآن شريف‘ جو آسان سنڌي ترجمو بہ شامل آهي. ان ڪان سواءِ محمد عثمان ڏيپلائيءَ، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ جو ڪلام گڏ ڪري پاڪيٽ سائيز ۾ ”شاهہ جو رسالو“ ڇپايو.

محمد عثمان ڏيپلائي وڏو صحافي هو. هن ’عبرت‘، ’انسان‘ ۽ ٻيا رسالا ڪڍيا ۽ وِيهارو کن ناٽڪ بہ لکيا.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ جون سموريون لکڻيون انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ آهن. هُو چاهيندو هو تہ انسان غلط ۽ جاهلاڻين ريتن ۽ رسمن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري جڳ ۾ عزت ۽ آبرو ماڻي.

سندس خدمتن جي مڃتا ۾ ڪيس 2004ع ۾ صدر پاڪستان طرفان ’پرائيڊ آف پرفارمنس‘ جو ايوارڊ ڏنو ويو.

محمد عثمان ڏيپلائي 7 فيبروري 1981ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ ڪنٽومينٽ قبرستان حيدرآباد ۾ آهي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- محمد عثمان ڏيپلائي ڇا جي ڪري مشهور هو؟
٢- محمد عثمان ڏيپلائي کي ڪهڙو ايوارڊ مليو؟
٣- محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي مشهور ڪتابن جا نالا ٻڌايو؟
٤- محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي آخري آرامگاهہ ڪٿي آهي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

شوق - ناموَر - رَسم - ترقي - شمار

(ج) اخبار ۾ ايڊيٽر ڏانهن لکيل خط پڙهو ۽ ان بابت ڪلاس ۾ ٻُڌايو.

(د) پنهنجي علائقي جي ڪنهن علمي، ادبي شخصيت بابت مختصر نوٽ لکو.

(هه) هيٺ ڏنل جملن ۾ خالي جايون ڀريو:

- محمد عثمان ڏيپلائي جو جنم 13 جون ...............ع ۾ ٿيو.
- ڏيپلو شهر ....................... ضلعي ۾ آهي.
- محمد عثمان ڏيپلائي ابتدائي تعليم .................. اسڪول مان حاصل ڪئي.
- محمد عثمان ڏيپلائي کي صدارتي ايوارڊ ..................... سن ۾ مليو.
- محمد عثمان ڏيپلائي جي وفات .................... سن ۾ ٿي.

## سبق پارھون

# موهن جو دڙو

### سکيا جي حاصلات

- عبارت (نثر ۽ نظم) کي پڙهي، معلوماتي (Knowledge)، تفهيمي (Comprehension) ۽ اطلاقي(Application) سوالن جا جواب لکي سگهي.
- ابلاغ جي ذريعن (ريڊيو، ٽي وي، سوشل ميڊيا وغيره) تان ملڪ ۽ دنيا بابت ڳالهيون ٻڌي، معلومات حاصل ڪري ۽ تجزيو ڪري سگهي.
- پنهنجي ڄاڻ ۽ مشاهدي جي روشنيءَ ۾ چوڻين ۽ پهاڪن کي ڳالهه ٻولهه ۾ مناسب استعمال ڪري سگهي.
- ڪنهن ماڳ يا سفر جو احوال پڙهي، بيان ڪري سگهي.
- فاعل ۽ مفعول جو فعل سان گردان ڪري سگهي.
- ٻُڌل جُملن جي تسلسل ۽ بي ترتيبيءَ کي سمجهي سگهي.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب دنيا جي قديم تهذيبن مان هڪ آهي، اها ڄاڻ اسان کي موهن جي دڙي جي آثارن مان ملي ٿي. جيڪا اٽڪل ساڍا پنج هزار سال پراڻي آهي. هي دڙو، لاڙڪاڻي ضلعي ۾، موهن جي دڙي ريلوي اسٽيشن کان تيرهن ڪلوميٽر پري آهي. هن دڙي کان سواءِ سنڌ ۾، بين ڪيترن ئي قديم شهرن جا نشان موجود آهن، پر هي سڀ کان وڏو دڙو آهي.

انگريزن جي حڪومت ۾ سر جان مارشل نالي هڪ انگريز، قديم آثارن جي ماهر کي حڪومت طرفان انهيءَ ڪم تي مقرر ڪيو ويو ته سنڌ جا قديم آثار ڳولي، انهن جي کوٽائي ڪرائي. هُن 1922ع ۾ هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي، جنهن مان معلوم ٿيو ته سنڌو ماٿريءَ جو هي علائقو آڳاٽي زماني ۾

ڏاڍو سُٽريل هو. ان وقت جا ماڻهو هوشيار ۽ هنر وارا هوندا هئا. سندن رهڻي ڪهڻي شاندار نموني جي هوندي هئي ۽ هو ڏاڍا سُکيا ستابا هئا.

ڪوٽائيءَ مان اهو پڻ ڏسڻ ۾ آيو ته هن شهر جون سڀ جايون هوادار ۽ پڪين سِرن جون نهيل هيون. انهن مان ڪي ته ٻه ماڙ به هيون. شهر جا رستا ڪشادا ۽ سڌا هئا. رستن جي پاسن کان گندي پاڻيءَ جي نيڪال جون ناليون پڻ هيون ۽ پٽين جي اوساري گاري سان ٿيل هئي. انهن جون سرون اهڙيون ته مضبوط پڪل هيون جو هزارين سال گذرڻ کان پوءِ اڄ به نيون پيون لڳن! گهرن ۾ پڪا کوهه ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اتي هڪ وڏو تلاءُ موجود آهي. جو 12 ميٽر ڊگهو، 8 ميٽر ويڪرو ۽ اڍائي ميٽر اونهو آهي. اُن جي چوطرف چاڙهيون نهيل آهن، جن مان اهو اندازو لڳائجي ٿو ته عام ماڻهو اُتي وهنجندا هئا. شهر جي بازار جا آثار به چِٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٻنهي پاسي دڪانن جا نشان به پڌرا آهن.

هن دڙي کي کوٽيندي هڪ مندر ظاهر ٿيو. جنهن جي چوڌاري ننڍيون ننڍيون ڪوٺيون نهيل آهن. جن مان ائين ٿو معلوم ٿئي ته اُهي مندر جي پوڄارين لاءِ نهرايون ويون هيون. هن دڙي مان جيڪي سِڪا هٿ آيا آهن تن تي ڍڳي ۽ ٻين شين جون شڪليون به اُڪريل آهن. گهرن کي کوٽيندي سون ۽ چانديءَ جا زيور، ٽامي ۽ ٽڪر جا ٿانوَ ٽوڙي رانديڪا به هٿ آيا آهن. وَڍِ ٽُڪَ جا اوزار پڻ لڌا ويا آهن، جيڪي پٿر جا نهيل آهن. ان مان ائين ٿو سمجهجي، ته ان زماني ۾ لوهه کان ڪم نه ورتو ويندو هو. اُتي ڪي اهڙيون شيون به هٿ آيون آهن، جن مان خبر پوي ٿي ته انهيءَ زماني ۾ ڪڻڪ، جَوَ ۽ وونئڻ پوکبا هئا.

عُمدا عُمدا ائٽ پڻ ڏسڻ ۾ آيا آهن، جنهن مان لڳي ٿو تہ عورتون گهرن ۾ ڪَتڻ جو ڪم ڪنديون هيون. دڙي مان ڪيترن جانورن جون شڪليون پڻ مليون آهن، پر عجب جي ڳالهہ اها آهي جو هتي گهوڙي جي ڪابہ مورت نظر نہ آئي آهي.

موهن جو دڙو هن وقت سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. جڏهن ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو هتي ايندا آهن، تہ گهڻو ڪري هي آثار تہ ضرور ڏسڻ ايندا آهن. سرڪار هتي هڪ عجائب گهر نهرائي اُن ۾ هتي جون لڌل شيون رکائي ڇڏيون آهن. هتي قديم آثارن واري کاتي جي آفيس ۽ سياحن لاءِ مسافرخانو موجود آهي. لاڙڪاڻي ۽ ڏوڪري شهر کان، موهن جي دڙي ڏانهن وڃڻ لاءِ سوارين جو جوڳو بندوبست ٿيل آهي. هتي هوائي اڏو پڻ آهي. هتي ظاهري طرح تہ ڦٽل شهر جا نشان آهن، جتي رڳو نڪر ۽ پتر پيل نظر اچن ٿا، پر ماهرن جي نظر ۾ هيءُ دڙو انساني تهذيب جو وڏو مرڪز آهي، جنهن مان قديم زماني جي ماڻهن ۽ اُنهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي خبر پوي ٿي. مصري، سميري ۽ چيني تهذيبون بہ دنيا جون قديم تهذيبون آهن.

هن وقت بدقسمتيءَ سان سم ۽ ڪلر اچي منهن ڪڍيو آهي ۽ آثارن کي وڏو هاڃو رسي رهيو آهي. ماڻهن جي لاپرواهي سبب هن عظيم تهذيب کي نقصان پهچي رهيو آهي.

اسان سمورن کي موهن جو دڙو ضرور ڏسڻ گهرجي ۽ ان جي بچاءَ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهو اسان جو قومي ۽ اخلاقي فرض آهي. هنن آثارن تي سنڌ توڙي پاڪستان کي وڏو فخر آهي.

موهن جي دڙي جي آثارن کي يونيسڪو پاران عالمي ورثو قرار ڏنو ويو آهي. دنيا جي هن عظيم ورثي کي بچائڻ لاءِ پاڪستان ۽ دنيا جي ڪيترن ملڪن گڏجي اُپاءَ ورتا آهن. خاص ڪري يونيسڪو سِم، ڪلر، طوفاني برساتن ۽ درياهہ جي چاڙهہ کان بچاءَ لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون آهن.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- موهن جو دڙو ڪٿي آهي؟
٢- موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪڏهن ۽ ڪهڙي ماهر شروع ڪرائي؟
٣- موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙي چاڻ ملي؟
٤- موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙيون شيون مليون آهن؟
٥- موهن جي دڙي ۽ ٻين قديم ماڳن جي حفاظت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟
٦- ڪنهن به قديم ماڳ يا آثار گهمڻ دوران اسان کي ڪهڙين ڳالهين جو ڌيان رکڻ گُهرجي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ لکو:

| لفظ | ساڳي معنيٰ وارا لفظ |
|---|---|
| حيرت | |
| قديم | |
| شامل | |
| چاهه | |
| ڪشادو | |

## (ج) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪتب آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| آثار | | |
| سياح | | |
| ماتري | | |
| ماڳُ | | |
| اُڪريل | | |

## (د) موهن جي دڙي مان لڌل شين بابت حاصل ڪيل ڄاڻ لکي اچو ۽ ٻڌايو ته اسين موهن جي دڙي تي ڇو فخر ڪندا آهيون؟

## (هـ) هيٺ ڏنل بي ترتيب جُملن کي دُرست ترتيب ڏئي لکو:

- هن وقت بدقسمتيءَ اڇي سم کلر آهي سان ڪڍيومُنهن .
- هن وقت سڄي دنيا موهن جو دڙو ۾ آهي مشهور .

## (و) ڪم ڪرڻ کي 'فعل' ۽ ڪم ڪندڙ کي 'فاعل' چئبو آهي.

* اڪبر خط لکيو. * واڌو ڪرسي ٺاهي ٿو.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ 'فاعل' آهن. اوهان اهڙا پنج جملا لکو ۽ فاعل هيٺان ليڪ ڏيو.

## (ز) موهن جي دڙي کان علاوه اوهان ڪنهن ٻي تاريخي جاءِ جو سير ۽ سفر ڪيو هجي ته ٻڌايو.

## (ح) اوهان ڪڏهن ڪو عجائب گهر گهميو هجي ته ان بابت تفصيل سان لکو.

## (ط) هيٺ ڏنل پهاڪو پڙهو ۽ سمجهو:

**پهاڪو:** ٻه گدرا هڪ مُٺِ ۾ نه ماپن.

**سمجهاڻي:** هڪ ئي وقت ۾ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ ڪَمَ نه ٿا ڪري سگهجن. جيئن هڪ ئي وقت ۾ ٻه گدرا مُٺِ ۾ اچڻ ناممڪن آهن.

## (ي) تصوير ڏسو

:

معصوم شاهه جو مُنارو

**سرگرمي:** اُستاد ٻارن کي موهن جي دڙي بابت موبائيل فون يا ڪمپيوٽر وغيره تي دستاويزي فلم ڏيکاري ۽ ان بابت ڳالهه ٻولهه ڪرائي.

### ياد رکو ته:

(1) موهن جو دڙو سنڌ جي قديم تهذيب جو نشان آهي.
(2) مصري، سميري ۽ چيني تهذيبون به دنيا جون قديم تهذيبون آهن.

### استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي مشق 'ط' جي وڌيڪ سمجهاڻيءَ لاءِ پهاڪن جا ٻيا مثال به ٻُڌائي.

سبق تيرهون

# نظارا وَطن جا

هي سر سبز ٻنيون ۽ ٻارا وطن جا،
وڻن واهه جو تا، نظارا وطن جا.

اچو کيت کيڙيون، اچو سونُ ميڙيون،
ٻلا ڏاند آهن، ٻتارا وطن جا.

کمندُ، ڪڻڪَ، ساريون، ڪپهَ ، انبَ، ڪيلا،
سٺا فصل ميوا، موچارا وطن جا.

هي مزدور هاري، ڪمي ڪاسبي سڀ،
جِيَنِ شال سانگي، سگهارا وطن جا.

هي واڍا، هي رازا، هي ڪوري، هي موچي،
هي لوهارَ پورهيت، پيارا وطن جا.

اسان جو سهارو، وطن ئي تہ آهي،
اسين پاڻ آهيون، سهارا وطن جا.

صُبح جو سويرو، پڙهڻ لئہ وڃون تا،
اسين ٻارڙا چنڊَ، تارا وطن جا.

وڏي مانَ وارو، وڏي شانَ وارو،
سدا ڀاڳ آهن، ڀلارا وطن جا.

ملي پاڻ ۾ سڀ نندا توڙي وڏڙا،
ڪنداسين اي ’آصف‘، سُڌارا وطن جا.

احمد خان ’آصف‘

## سکيا جي حاصلات

- پنهنجي حافظي ۾ موجود وڻندڙ نظم ۽ نثر ٻُڌائي سگهي.
- نظم کي سُر، لئہ ۽ رواني؞ سان پڙهي ۽ ان جو مرڪزي خيال بيان ڪري سگهي.
- نظم ۽ شعر ياد ڪري، انفرادي ۽ اجتماعي طور سُر سان پڙهي سگهي.
- جمع کي واحد ۽ واحد کي جمع لفظن ۾ تبديل ڪري سگهي.
- حرف جملي بابت ڄاڻي سگهي.
- نظم پڙهي ان مان رديف ۽ قافيي جي چونڊ ڪري سگهي.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- هن نظم ۾ شاعر وطن جا ڪهڙا نظارا بيان ڪيا آهن؟
٢- نظم ۾ شاعر ڪهڙن ڪهڙن ميون ۽ فصلن جو ذڪر ڪيو آهي؟
٣- هن نظم ۾ ڪهڙن ڪهڙن هُنرمندن جو ذڪر ٿيل آهي؟
٤- هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو ۽ ڇو؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملن ۾ لفظ جو استعمال |
|---|---|---|
| سرسبز | | |
| ياڳ | | |
| سهارا | | |
| ڪمي | | |
| موچارا | | |

## (ج) هن نظم جو مرڪزي خيال پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.

## (د) لفظ ناهيو، جيئن: ٻار ، ٻارڙا

| نندا | وڏا | سُنا | مِٺا |
|---|---|---|---|
| | | | |

## (هه) هم آواز لفظن کي قافيو سڏبو آهي، جيئن ’نظارا، موچارا‘.
هن نظم مان ٻيا اهڙا هم آواز لفظ ڳولي لکو.

(و) نظم جا بندَ مڪمل ڪريو:

* اچو ڪيت ................................ اچو سونُ ميڙيون.
پيلا.......................................... آهن پيارا وطن جا.

* صبح جو سويرو ............................... لئہ وجون ٿاءِ
اسين.............................................. چند تارا وطن جا.

(ز) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع ۽ واحد لکو:

| جمع | واحد | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| | سهارو | | پنيون |
| | ميوو | | رازا |
| | موچارو | | پيلا |
| | سڌارو | | واڍا |

(ح) اهڙا لفظ جيڪي ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍين يا ڌار ڪن اهڙن لفظن کي ’حرف جملو‘ چئبو آهي.

جيئن: ۽، يا، پر، تہ، جڏهن وغيره.

توهين انهن لفظن کي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو.

(ط) هي نظم زباني ياد ڪري ڪورس جي انداز ۾ ڳائي ٻڌايو.

استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کان وطن جي موضوع تي سندن پسند جو ڪو نظم ڪلاس ۾ ٻُڌائڻ لاءِ چئي.

## سبق چوڏهون

# سُلِڇَڻو شاگردُ

### سکيا جي حاصلات

- ٻڌايل/ پڙهايل آکاڻيءَ مان ٻن تڙُ(Direct) ۽ ٽن امڪاني (Infer) سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- آکاڻي پڙهي ان جي ڪردارن ۽ مرڪزي خيال تي تبصرو ڪري سگهي.
- ٻين جي مدد ڪري سگهي.
- آکاڻين ۽ نظمن ۾ ڏنل فطري منظرن، ڪيفيتن ۽ حالتن تي پنهنجن جذبن ۽ احساسن جو اظهار ڪري سگهي.
- تصويري خاڪي جي مدد سان استاد جي رهنمائيءَ ۾ پئراگراف لکي سگهي.

ڪنهن ڳوٺ ۾ اڪبر نالي هڪڙو ڇوڪرو هوندو هو، جنهن جي ساراهه سڄو ڳوٺ ڪندو هو. هي سوير سمهندو هو ۽ سوير اٿندو هو. اٿڻ سان الله سائينءَ جو نالو وٺندو هو ۽ ماءُ پيءُ جو گهڻو ادب ڪندو هو ۽ سندن دعائون ڪٺندو هو.

اڪبر پنهنجي ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن سان پيار ڪندو هو. هُو وڏن جي عزت ڪندو هو. سڄي پاڙي جا ٻار اڪبر کي ڀائيندا هئا.

اڪبر اسڪول ۾ ٻه اهڙو ئي مانُ لڌو هو، جهڙو گهر ۽ پاڙي ۾. هو اسڪول ۾ وقت تي ويندو هو ۽ اسيمبليءَ ۾ پهرينءَ قطار ۾ بيهندو هو.

اڪبر جي پوشاڪ سادي پر ڏوتل صاف هوندي هئي، هُو اسڪول جي استادن جو چهيو مڃيندو هو، جنهن ڪري سڀئي استاد کيس ڀائيندا هئا. هو اسڪول جي راندين ۾ ٻه ڀهرو وٺندو هو ڇاڪاڻ ته استادن کان ٻڌو هئائين ته راند ڪرڻ سان صحت برقرار رهي ٿي. اڪبر اسڪول ۾ ٽيندڙ پروگرامن ۾ ٻه اڳرو رهندو هو، جنهن ڪري کيس ڪيترائي انعام مليا هئا.

هڪ ڀيري، اڪبر اسڪول وڃي رهيو هو، ته هڪڙي ٻار جو ڪنهن سائيڪل واري سان ٽڪر ٿي پيو، جنهن ڪري ٻار کي ٽنگ ۾ ڪجهه ڌڪ لڳا. هن ڊوڙي وڃي ٻار جي مدد ڪئي ۽ ويجهي اسپتال مان سندس ملم پٽي ڪرائي گهر پهچائي ويو.

ٻئي ڏينهن استاد ڪانئس اسڪول ۾ نه اچڻ جو سبب پڇيو. اڪبر استاد کي اڳئين ڏينهن وارو واقعو بيان ڪري ٻڌايو. استاد اهو ٻڌي، اڪبر جي رحمدليءَ جي

واڪاڻ ڪئي، ۽ ٻين شاگردن جي اڳيان هن کي هڪ ڪتاب انعام ۾ ڏنائين.

اڪبر کي جانورن تي به ڏاڍي ڪهل ايندي هئي. هڪڙي ڀيري پاڙي جي ڪنهن ٻارَ ڪُتي جي هڪ ڳُلر کي مارڪُٽ پئي ڪئي، ته اڪبر جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. هُن انهيءَ ٻار کي سمجهائيندي، چيو ته ادا، جانورن کي به اسان جهڙو ساهه آهي ۽ انهن کي به ڏک لڳڻ سان ايذاءُ اچي ٿو، تنهنڪري اُنهن کي ڏکوئڻ سان خدا ناراض ٿيندو. ڇوڪر پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو پڇتايو، ۽ اڪبر سان وعدو ڪيائين ته ” ادا، آءُ اڳتي اهڙي حرڪت نه ڪندس“.

اڪبر پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪڙي ٻارڙن جي ٻاري ٺاهي هئي، جنهن جو اڳواڻ پاڻ هوندو هو، جنهن ۾ سيئي ٻارڙا گڏجي مختلف نظم ۽ آکاڻيون پڙهندا هُئا. ان ۾ پروليون، ٽوٽِڪا ۽ ڳجهارتون پڻ ٻُڌائيندا هئا. ٻارڙن جي ٻاريءَ پاران بيت بازيءَ جا مقابلا ۽ ننڍا ننڍا ڊراما به ڪرائيندا هُئا. هو رحمدل، سچار، ارادي جو پڪو ۽ سدورو ڇوڪر هو. هن کي جيڪا خرچي ملندي هئي، سا گڏ ڪندو هو.

سياڻن سچ چيو آهي ته ٿڌو گهڙو پاڻ کي ڇانوَ ۾ رکائيندو آهي. سنن لڇڻن واري شاگرد کي نه رڳو سندس مائٽ ۽ اُستاد مانُ ڏيندا آهن، پر هرڪو پيو جيءَ ۾ جايون ڏيندو اٿس.

اسان کي به گهرجي ته سُٺا لڇڻ سکون ۽ پڙهي لکي پنهنجي گهر ۽ ملڪ لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيون.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- اڪبر جي ساراهه سڄو ڳوٺ ڇو ڪندو هو؟
٢- اڪبر کي سڀ استاد ڇو پائيندا هئا؟
٣- سنن لڇڻن واري ٻار کي هر ڪو ماڻهو ڇو مانُ ڏيندو آهي؟
٤- اسان کي جانورن ۽ پکين سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گُهرجي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

سلڇڻو    اڳرو    ٻهرو    واڪاڻ    ڪهل

**(ج) ”ٿڌو ڳهڙو پاڻ کي ڇانوَ ۾ رکائيندو آهي“ هڪ پهاڪو آهي. اوهين ڪي ٻه ٻه پهاڪا لکي ٻُڌايو.**

**(د) هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن؟ تن جا نالا ٻڌايو.**

**(هه) ڪهاڻيءَ ۾ جن منظرن جو ذڪر ٿيل آهي، تن بابت ٻڌايو.**

**(و) ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن جي مدد ڪئي وئي آهي؟ ٻُڌايو ته اوهان ٻين جي مدد ڪهڙيءَ ريت ڪندا آهيو؟**

**(ز) هيٺ ڏنل تصوير ڏسي ڪي ٻه ٽي جملا لکو:**

**استاد لاءِ هدايت:**

- مشق ’ز‘ ۾ اُستاد ٻارن کي تصوير ڏِسي، ان بابت جُملا لکرائڻ ۾ رهنمائي ڪري.

## سبق پندرهون

## سکيا جي حاصلات

- ٻڌايل/ پڙهايل آکاڻيءَ مان ٻن تڙُ(Direct) ۽ ٽن امڪاني(Infer) سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- آکاڻي ٻُڌي ان جي مرڪزي خيال بابت سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- مختلف عنوانن تي مضمون لکي سگهي.
- آکاڻين ۽ نظمن ۾ ڏنل فطري منظرن، ڪيفيتن ۽ حالتن تي پنهنجن جذبن ۽ احساسن جو اظهار ڪري سگهي.
- فاعل ۽ مفعول جو فعل سان گردان ڪري سگهي.
- ظرف ۽ ان جي قسمن کي سمجهي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- مختصر آکاڻي پڙهي پنهنجن لفظن ۾ لکي سگهي.
- ٻوليءَ جي تشبيهن، استعارن ۽ پهاڪن کي ٻڌي انهن جي مفهوم کي بيان ڪري سگهي.

# عمر مارئي

جنهن زماني ۾ عمر سومرو سنڌ جو حاڪم هو، ان وقت ٿر پرڳڻي جي پالوا ڳوٺ ۾، پالڻي نالي هڪ مارُو ماڻهو رهندو هو. هن جي زال جو نالو ماڏوئي هو. کين هڪ ڌيءَ ڄائي، جيڪا ڏاڍي سُهڻي هئي. اُن جو نالو مارئي رکيائون. مارئي جڏهن وڏي ٿي ته سندس حُسن جي هاڪ هنڌين ماڳين هُلي وئي. پالڻي وٽ ڦوڳ نالي هڪ ڪمي هوندو هو. ڦوڳ جي دل ۾ هو ته مارئيءَ سان شادي ڪريان. هڪ ڏينهن وجهه وٺي پالڻيءَ کان مارئيءَ جو سڱ گهريائين. پالڻي مارئيءَ جو سَڱ سندس سَوٽ کيت سان اڳيئي ڪري ڇڏيو هو، تنهنڪري هن ڦوڳ کي سَڱ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ڦوڳ، ساڙ وچان سِٽ سِٽي ته، ڪنهن نموني سڱ نه ملڻ جو پالڻيءَ کان بدلو وٺان.

ڦوڳ، عمرڪوٽ پهچي عمر سومري تائين مارئيءَ جي حُسن جي ڳالهه پهچائي. عمر بادشاهه کي جڏهن خبر پئي ته مارئي آهي ته ڏنار جي ڌيءَ پر

حُسن ۾ چوڏهين جو چنڊ آهي. هاڻي هُو هڪدم مارئيءَ کي ڏسڻ لاءِ آتو ٿي پيو.

هڪ ڏينهن عمر بادشاهي ويس بدلائي، اُٺ تي سوار ٿي ڦوڳ سان ڳڏ ملير ڏانهن روانو ٿيو. اهو سوچي ته کوهه تي هلي مارئيءَ کي هٿ ڪجي. مارئي سرتين سان گڏ پاڻي ڀرڻ لاءِ جڏهن کوهه تي آئي ته هنن اوپرا اوٺي ايندي ڏسي پوئتي ورڻ جي ڪوشش ڪئي. ساهيڙيءَ چيس ته ڊڄ نه، هي ڪي مسافر آهن، اُڃ لڳي هوندن، کوهه ڏانهن پيا اچن. پاڻي پيئارڻ ته ثواب جو ڪم آهي. ساهيڙيءَ جي صلاح تي مارئي اجا موٽي ئي مس ته سوار به اچي پهتا. اُٺ ويهاري عمر، مارئيءَ کي چيو ته: ”پاڻيءَ ڍُڪ پيارِ!“ مارئيءَ جيئن عمر کي پاڻي ڏنو ته هُو مارئيءَ کي زوريءَ ٻانهن کان جهلي، اُٺ تي ڪڍي روانو ٿيو ۽ کيس پنهنجي ڪوٽ ۾ اچي قيد ڪيائين.

رات ٿي ته عمر بادشاهه، مارئيءَ وٽ لنگهي آيو. چا ڏسي ته مارئي روئي الله کان دعا پئي گهري ته: ”پرور منهنجي پَتِ رکج! منهنجي لوئيءَ جي لڄ سلامت رکج! رَبَّ آءٌ هتي تنهنجي سهاري آهيان“. عمر بادشاهه چيس ته، هاڻي روئڻ مان ڪجهه به نه ورندءِ. تون منهنجي پَٽَ راڻي ٿي رهه. مارئيءَ چيس ته: ”منهنجو سڱُ ڪيت سان ٿيل آهي. آءٌ ان جي امانت آهيان. آس اٿم ته جن جي آهيان: تن سان شال مِلان! الله جي واسطي مون کي آزاد ڪري، مارُن ڏانهن موڪل!“

عمر بادشاهه واپس موٽي ويو. سندس خيال هو ته جيئن وقت گذرندو، تيئن مارئيءَ جي مَنَ ۾ به ڦيرو ايندو ۽ منهنجي ڳالهه مڃيندي. هو مارئيءَ کي لالچ ڏيندو رهيو، پر مارئي سارو وقت پڪا ۽ پنهوار سنياري رت روئندي رهي. هن کي محلات ۾ رهايو ويو. هر طرح سکيو رکڻ لاءِ آچون ڏنيون ويون پر هن چيو ته: ”آءٌ عمر ڪوٽ جي راڻي ٿيڻ کان ملير جي ڳوڙهي ٿيڻ کي وڌيڪ ٿي ڀانيان.“ مارئي بادشاهي طعامن کي زهر برابر سمجهيو ۽ عمر جا پَٽَ پٽيهر ۽ ويس وڳا نه ڍڪيائين، مٿي تان اباڻي لوئي نه لاٿائين. لوئي ليڙون ٿي ويس، مٿي ۾ چِيڙهه پئجي ويس، پر تيل قليل يا عطر کي هٿ به نه لاتائين.

هڪ ڏينهن عمر بادشاهه سمجهيو تہ هاڻي مارئيءَ جي مَن ۾ ڦيرو آيو هوندو. اهو سوچي هو وٽس وري هلي ويو. مارئيءَ ڪيس ليلائي چيو تہ: ”اي بادشاهه! تو مون کي جيئري تہ آزاد نہ ڪيو، پر مارُن کي سارينديءَ جيڪڏهن هتي مري وڃان تہ منهنجو مڙهه ملير ضرور موڪلجانءِ.“ ان ڳالهہ جو عمر تي اهڙو اثر ٿيو، جو مارئيءَ کي آزاد ڪري عزت ۽ احترام سان پنهنجي ملڪ ملير ڏانهن روانو ڪيائين. اهڙيءَ طرح مارئي پنهنجي ملڪ ملير ۾ مارن سان اچي ملي.

مارئيءَ جي حب الوطنيءَ کي شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ ۾ بيت شاعرن خوب ڳايو آهي. لطيف سائينءَ مارئيءَ جي ساڻيهہ واري سِڪ کي هيئن ساراهيو آهي:

واجهائي وطن کي، آءٌ جي هِت مُياسِ،
تہ گورِ منهنجي سومرا، ڪِجِ پنهوارن پاسِ،
ڏِجُ ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واسِ،
ميا ئي جِياسِ، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- عمر بادشاهه ڪٿي جو حاڪم هو؟
٢- مارئيءَ جي پيءُ ۽ ماءُ جا نالا ڇا هئا؟
٣- مارئيءَ کي عمر سومري ڪٿي آڻي قيد ڪيو هو؟
٤- مارئيءَ جو سڱ ڪنهن سان ٿيل هو؟
٥- هن ڪهاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟
٦- شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ پنهنجي بيت ۾ مارئيءَ جي وطن سان محبت جو اظهار ڪهڙيءَ ريت ڪيو آهي؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| پرور | | |
| پٽ | | |
| مارو | | |
| هاڪ | | |
| اوپرا | | |
| حب الوطني | | |

(ج) هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن؟ اوهان کي انهن ڪردارن مان ڪهڙو ڪردار پسند آيو ۽ ڇو؟

(د) 'ساٿيهه جي سڪ' جي عنوان تي مضمون لکو.

(هه) 'عمر مارئي' جي آکاڻي کي پنهنجن لفظن ۾ لکو.

(و) هيٺ ڏنل جملن مان فعل چونڊيو:

- مارئي هميشه مارن ۽ ملير کي ياد ڪندي رهي.
- عمر بادشاهه مارئيءَ کي آزاد ڪري ملير موڪليو.

(ز) اهڙا لفظ جيڪي اسم ۽ فعل سان لڳن، منجهائن هنڌ جي معنيٰ نڪري، تن کي ’ظرف‘ چئبو آهي.

مثال:

1- منار هيٺ بينو آهي.

2- خليل متي وينو آهي.

3- هِتي انب منا ملن ٿا.

متين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ ’ظرف‘ آهن، اوهين ڪي ٻه چار جملا لکو، جن ۾ ظرف استعمال ٿيل هُجي.

(ح) تشبيهه:

ڪنهن ٻه هڪ شيءِ جي ٻي شيءِ سان ڀيٽ ڪرڻ کي ’تشبيهه‘ چئبو آهي.

جيئن: جاويد شينهن جهڙو بهادر آهي.

متئين جُملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ ’تشبيهه‘ کي واضح ڪن ٿا.

اوهان هيٺ ڏنل جملن مان ’تشبيهه‘ وارا لفظ چوندي لکو.

١- هُو گهوڙي وانگر تيز ڊوڙي ٿو.

٢- ٻار گُلن جهڙا سهڻا هوندا آهن.

سرگرمي: ٻارو! اوهان کي ٻِي ڪا لوڪ آکاڻي ياد هجي ته ٻڌايو.

### سکيا جي حاصلات

- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا مان حاصل ڪيل معلومات جو تجزيو ڪري سگهي.
- حرف ندا (خوشي، عجب، افسوس، ارمان، تمنا وغيره) جو جملن ۾ درست استعمال ڪري سگهي.
- ڪي به ڪهاڻيون، واقعا، تقريرون، خطبا، هدايتون، اشتهار، اعلان ۽ نظم ٻُڌي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪري سگهي.
- ڪنهن به موضوع تي مربوط عبارت لکي سگهي.
- فاعل ۽ مفعول جو فعل سان گردان ڪري سگهي.
- پنهنجي آس پاس جي ماحول جو مشاهدو ڪري عبارت لکي سگهي.
- عبارت پڙهي معلوماتي، تفهيمي ۽ اطلاقي سوالن جا جواب ڏئي سگهي.

# سائِي

**تنوير:** سائين! اڪرم اسڪول چو نہ تو اچي؟

**استاد:** اڪرم بيمار ٿي پيو آهي. اڪرم کي ’سائِي‘ ٿي پئي آهي.

**زاهد:** سائين! اها سائِي وري ڪهڙي بيماري آهي؟

**استاد:** ’سائِي‘ هڪ قسم جي اهڙي بيماري آهي، جنهن ۾ مريض تمام گهڻوڪمزور ٿي ويندو آهي. سندس اکين جو رنگ بہ پِيلو ٿي پوندو آهي ۽ کيس ڪاڌو نہ وڻندو آهي.

**اعجاز:** سائين ! سائِي ڪيئن ٿيندي آهي؟

**استاد:** پُٽ، سائِيءَ جو ڪارڻ هڪ جيوڙو آهي، جيڪو جگر يا جيري تي حملو ڪندو آهي ۽ مريض کي خبر ئي نہ پوندي آهي تہ هُو ڏينهون ڏينهن ڇو ڪمزور ٿيندو پيو وڃي. نہ بک لڳندس، نہ رهندس وري ٻُت ۾ چُستي. کيس هلڪو بخار بہ رهندو آهي تہ پيٽ جي ساڄي پاسي سور پڻ رهندو اٿس. دل ڪچي ٿيڻ ۽ پيشاب جو رنگ پِيلو ٿي وڃڻ بہ سائِيءَ جي بيماريءَ جون نشانيون آهن .

**شبير:** سائين! سائيءَ جي سڃاڻپ ڪيئن ٿيندي آهي؟

**استاد:** هن بيماري جي سڃاڻپ دير سان ٿيندي آهي، جڏهن مريض نِبَل ۽ رنگ جو پِيلو يا ڦِڪو ٿي ويندو آهي تہ سڃاڻپ ٿيڻ لڳندي آهي.

**تنوير:** هيءَ بيماري ڪهڙيءَ عمر ۾ ٿيندي آهي؟

**استاد:** هن بيماري ٿيڻ لاءِ عمر جي ڪا حد مقرر نہ آهي. سائِي تہ نئين ڄاول ٻار کان وٺي وڏيءَ عمر واري کي بہ ٿي پوندي آهي.

**تنوير:** سائين! سائِيءَ جا جِيوڙا ٿيندا آهن ڇا؟

**استاد:** ها پُٽ، سائِيءَ جا جِيوڙا ٿيندا آهن. سائِيءَ جي عام جيوڙي جي ڄمار ڇهہ هفتا ٿئي ٿي ۽ اُن جو عام علاج مڪمل آرام آهي.

**اعجاز:** سائين! سائِيءَ جي جيوڙن بابت ڪجھ ٻُڌائيندؤ؟

**استاد:** ڇو نہ! سائِيءَ جا جيوڙا A,B,C سڏبا آهن. هن بيماريءَ کي انگريزي ۾

’هيپاٽائٽس‘ چوندا آهن. هتي توهان کي ان جي ٽن قسمن بابت ٻڌايان ٿو:

(1) **هيپاٽائٽس اي:** هيءَ بيماري ’اي‘ جيوڙن جي ڪري ٿئي ٿي. اها گهڻو ڪري خراب پاڻي پيئڻ يا سٽيي ڪاڌي کائڻ جي ڪري ٿيندي آهي. گهٽ صفائيءَ وارن علائقن ۾ جلد پکڙبي آهي. ان جو اثر اتي به گهڻو ٿئي ٿو، جتي ڳتيل گهر ۽ ماڻهن جي گهاٽائي هوندي آهي.

(2) **هيپاٽائٽس بِي:** هيءَ بيماري ’بِي‘ جيوڙن جي ڪري ٿئي ٿي. وقت سر علاج نه ٿيڻ يا علاج ۾ لاپرواهيءَ جي ڪري جيرو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ اها بيماري هاجيڪار بڻجي پوندي آهي . ان جي پکڙجڻ جو سبب اسپتالن ۾ ساڳي سُئي ڪم آڻڻ، حجم جا ساڳيا اوزار، ڏندن جي ڊاڪٽر جا اوزار ۽ آپريشن جا ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ سان هيءَ بيماري رت وسيلي پکڙجي ٿي، ان ڪري مريض کي رت ڏيڻ مهل اول رت جي چڪاس ضرور ڪرائجي.

(3) **هيپاٽائٽس سِي:** هيپاٽائٽس جو ٽيون قسم ’سِي‘ هيپاٽائٽس ’بِي‘ جو آخري مرحلو آهي، جنهن ۾ مريض جي جگر تي گهرو اثر پوندو آهي جيڪو مريض جي زندگيءَ لاءِ وڏو خطرو آهي.

**زاهد:** سائين! هن بيماريءَ کان بچاءَ لاءِ ڪهڙو اُپاءُ ڪرڻ گهرجي؟

**استاد:** بچاءَ لاءِ ڪليل ۽ هوادار گهر هجن. گهرن ۾ اُس اچڻ ضروري آهي. گهرن جي آس پاس صفائي رکجي. تازا کاڌا کائڻ گهرجن. پاڻي اوباري ۽ ڇاڻي پيئڻ گهرجي. ڊاڪٽرن ۽ حجامن کي ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. نيون سُيون ڪتب آڻڻ گهرجن. اسان کي هڪبئي جون استعمال ٿيل شيون، جيئن، بليڊ، ڪپڙا، صابڻ ۽ ڏندڻ استعمال نه ڪرڻ گهرجن.

**شبير:** سائين! هِن بيماري جي بچاءَ جا ڪهڙا طريقا آهن؟

**استاد:** هيپاٽائٽس ’اي‘ لاءِ ته ڪجهه وقت مڪمل آرام ڪرڻ ۽ گلوڪوز استعمال ڪرڻ سان فائدو ٿيندو آهي. سٽيي وارين شين کان ڪِري ڪرڻ سان به مريض کي فائدو ٿي ويندو آهي. پر هيپاٽائٽس ’بي‘ لاءِ ٽُڪا ٿيندا آهن، جيڪي بچاءَ طور اگواٽ هٽائي ڇڏبا ته بيماريءَ کان بچي سگهجي ٿو. بيماري ٿيڻ بعد پوري حياتي احتياط ڪرڻو پوندو آهي. بيمار جي رت جي چڪاس پڻ ٿيندي آهي. ان کي ”بلو رِبن“ جي چڪاس چوندا آهن.

# مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- سائِيءَ جي بيماريءَ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟
٢- سائِيءَ جي بيماريءَ جون نشانيون ڪهڙيون آهن؟
٣- سائِيءَ جي پکڙجڻ جا سبب بيان ڪريو؟
۴- سائِيءَ جي جيوڙن جا نالا ٻُڌايو؟
۵- سائِيءَ کان بچاءُ ڪيئن ڪجي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ڪارڻ | | |
| نبل | | |
| هاجيڪار | | |
| ڳُتيل | | |
| چڪاس | | |

**(ج) مختلف بيمارين بابت ريڊيو، ٽيليويزن يا اخبارن مان اوهان کي جيڪا ڄاڻ اشتهارن، اعلانن ۽ هدايتن ذريعي ملي ٿي، تنهن کي بيان ڪريو.**

**(د) هيٺ ڏنل جملا پڙهو:**

1- مار! هيڏو وڏو نانگ    2- شل! اوهين سُکيا هجو.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ ’حرف نِدا‘ آهن. اوهين ڪي ٻه ٽي اهڙا جملا لکو، جن ۾ ’حرف نِدا‘ جا لفظ هجن.

**(هـ) اوهان جي آسپاس اُهي ڪهڙيون شيون آهن، جيڪِي مختلف بيمارين جو سبب بڻجي رهيون آهن؟ انهن بابت ڏهه جملا لکو.**

## (و) هيٺ ڏنل عبارت ڌيان سان پڙهو ۽ ڏنل سوالن جا جواب ٻڌايو:

متوازن غذا اها آهي،جنهن ۾ پاڻي ، وٽامن،ڪاربوهائيڊريٽ، سٽپ، مِنرل ۽ پروٽين شامل آهن. جيڪي اسان کي اناج، دالين، ڀاڄين، ميون،گوشت، مڇي، کير ۽ پاڻي وغيره مان ملن ٿا. متوازن غذا کائڻ ڪري جسماني ۽ ذهني صلاحيت بهتر ٿئي ٿي. خاص ڪري ٻارن لاءِ متوازن غذا جي تمام گهڻي اهميت آهي.

سنڌ ۾ غذائي کوٽ جي ڪري ڪيترائي ٻار بيمارين جو شڪار ٿين ٿا. پاڪستان قومي غذائي سروي 2018ع موجب ڪيترا ئي اهڙا ٻار آهن، جن کي مناسب ۽ متوازن غذا نٿي ملي. ان ڪري سوڪَهڙي جي بيماري عام ٿيندي پئي وڃي. جنهن ۾ عمر مطابق ٻار جو وزن نٿو وڌي. ان کان سواءِ ڪيترن ئي ٻارن جو، غذائي کوٽ سبب،عمر موجب قد به نٿو وڌي.

اسان کي پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾مناسب ۽ متوازن غذا کي ضرور شامل ڪرڻ گهرجي ته جيئن صحتمند زندگي گذاري سگهون.

1. متوازن غذا  جا ڪي چئجي؟
2. متوازن غذا ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون شامل آهن؟
3. متوازن غذا نه کائڻ ڪري،انساني جسم ۽ ذهن تي ڪهڙو اثر ٿئي ٿو؟
4. سنڌ ۾ غذائي کوٽ جي ڪري،ٻارن جي صحت تي ڪهڙا اثر پون ٿا؟
5. سوڪَهڙي جي بيماري ڇو ٿيندي آهي؟
6. صحتمند زندگي گذارڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

## (ز) هيٺ ڏنل جُملن ۾ فاعل ۽ مفعول جو فعل سان گردان پڙهو ۽ سمجهو:

گردان:

- آءٌ ڪتاب پڙهان ٿو.
- اسين ڪتاب پڙهون ٿا.
- تون ڪتاب پڙهين ٿو.
- توهين ڪتاب پڙهو ٿا.
- هُو ڪتاب پڙهي ٿو.
- هوءَ ڪتاب پڙهي ٿي.
- اُهي ڪتاب پڙهن ٿا.
- اسلم ڪتاب پڙهي ٿو.
- مهراڻ ۽ مارئي ڪتاب پڙهن ٿا.

استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي مشق ’و‘ ۾ ڏنل گردان سمجهائي ۽ اهڙا ٻيا مثال ٻُڌائي.

## سبق سترهون

# اڇو تہ پنھنجو ڳوٺُ سڌاريون

### سکيا جي حاصلات

- سُر ۽ لَئہ جي حوالي سان نظمن کي ٻڌي، لطف وٺي ۽ انھن جو پنھنجن لفظن ۾ اظھار ڪري سگھي.
- حرف ندا (خوشي، عجب، افسوس، ارمان، تمنا وغيره) جو جملن ۾ درست استعمال ڪري سگھي.
- اعرابن (زيرِ، زبُر، پيش) لڳائڻ سان معنيٰ جون تبديليون سمجھي سگھي.
- ڪنھن بہ موضوع تي مربوط عبارت لکي سگھي.
- نظم ٻڌي ان جو مفھوم ۽ مرڪزي خيال بيان ڪري سگھي.

ٻنيون ٻارا باغ سنواريون، پنھنجا گھر ۽ گھاٽ اجاريون،<br>
روشن مُستَقبلَ ڏي نھاريون ، اڇو تہ پنھنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

رستن تي ڇٽڪارَ ڪنداسون، پاسن کان وٽڪارَ ڪنداسون،<br>
لڳي وڃن چوطرف ٻَھاريون ، اڇو تہ پنھنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

علمُ، هُنُرُ هڪ دولت آهي، جنھن کي چوريءَ جو ڊپ ناهي،<br>
ننڍن وڏن کي علم سيکاريون، اڇو تہ پنھنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

گندَ ڪِچري ۾ آ بيماري، آهي صفائي حڪمت واري،<br>
ڳوٺن مان ڪچري کي ٻُھاريون ، اڇو تہ پنھنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

موليٰ ملڪ ۾ مالُ وڌائي، پنھنجو 'سليم' تي پالُ پلائي،<br>
پَليون هجن شل پنھنجون پَٽاريون، اڇو تہ پنھنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

سليم هالائي

# مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- ڳوٺ سڌارڻ لاءِ شاعر ڪهڙيون صلاحون ڏنيون آهن؟

٢- علم ۽ هنر جي اهميت شاعر ڪيئن بيان ڪئي آهي؟

٣- گند ڪچري مان ڪهڙو نقصان آهي؟

٤- صفائيءَ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| سنواريون | | |
| پٺاريون | | |
| وٽڪار | | |
| حڪمت | | |

**(ج) عجب، افسوس، ارمان، سڏ، خوشي، حيرت ۽ تمنا جي معنيٰ ڏيندڙ لفظن کي 'حرف نِدا' چئبو آهي.**

جيئن: * ويچاري غريب هاريءَ جي مينهن مري وئي! (افسوس)

* يارو! اچو ته سبق پڙهون. (سڏ)

* واهه واهه! سبق ته ڏاڍو مزيدار آهي. (عجب)

اوهان به اهڙا ڪي جملا ٺاهيو.

(د) هيٺ ڏنل خال پري بندُ مڪمل ڪريو:

* علمُ، هنر هڪ دولت آهي، جنهن کي چوريءَ جو .................. ناهي،
ننڍين وڏن کي ............... سيکاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

(هہ) سنڌي ٻوليءَ ۾ مختلف اعرابن وارا جدا جدا معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ آهن. جن جي مختلف اعرابن جي ڪري انهن جي معنيٰ بہ جدا جدا ٿيئي ٿي. هيٺ ڏنل اهڙا لفظ پڙهو.

| لفظ | معنيٰ | اعرابن جي تبديلي | معنيٰ جي تبديلي |
|---|---|---|---|
| ڀِت | ديوار | ڀَتُ | اٻاريل يا رڌل چانور |
| پُٽُ | فرزند | پَٽُ | زمين، ميدان |

مٿين لفظن وانگر اوهين بہ اهڙا ڪي بہ ٻہ مثال لکو.

(و) اوهان پنهنجي ڳوٺ سڌارڻ لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ڪندا؟ پنهنجي گهران لکي اچو.

(ز) هن نظم جو مرڪزي خيال پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.

استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي مشق 'هہ' چارٽ جي مدد سان سمجهائي ۽ وڌيڪ مثال ڏئي عملي مشق ڪرائي.

### سکيا جي حاصلات

- اخبارن ۽ رسالن ۾ ڏنل خبرن، فيچرن، ايڊيٽوريل، رپورٽن، اشتهارن، ڪالمن ۽ ايڊيٽر ڏانهن لکيل خطن کي رواني ۽ سان پڙهي سگهي.
- جمع کي واحد ۽ واحد کي جمع لفظن ۾ تبديل ڪري سگهي.
- ٽنهي زمانن (حال، ماضي، مستقبل) موجب جملا ڄاڻي سگهي.
- مختلف عنوانن تي مضمون لکي سگهي.

# بابا فريد گنج شڪرؒ

بابا فريد گنج شڪر جو جنم 569 هه ڌاري، ملتان ويجهو کوتيوال ۾ ٿيو.بابا فريد جو پورو نالو فريد الدين مسعود آهي. سندس پيءُ جو نالو شيخ جمال الدين سليمان هو، جيڪو کوتيوال جو قاضي هو. سندس والده قرسم خاتون هڪ نيڪ سيرت خاتون هئي.

بابا فريد يارهن سالن جي ڄمار ۾، استاد قاري محمد وٽ قرآن پاڪ حفظ ڪيو ۽ وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا منهاج الدين وٽ ملتان ويو. اتي سندس ملاقات معروف بزرگ صوفي خواجه قطب الدين بختيار سان ٿي، جنهن کي پنهنجو مرشد بنايائين. ساڻس گڏ دهليءَ ويو. مرشد جي چوڻ تي وڌيڪ تعليم لاءِ بغداد به ويو، جتي سندس ملاقات خواجه معين الدين چشتي اجميريءَ ؒ سان ٿي.

بابا فريد پنجابي، سرائڪي، ڪشميري ۽ سنڌيءَ جو شروعاتي شاعر سڏجي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ انهن سڀني ٻولين جا لفظ ملن ٿا.

هن پنهنجي شاعريءَ ذريعي پيار، ڏاهپ، پاڪائي ۽ حق جي هدايت ڪئي ۽ فرمائيندو هو تہ: ”اي فريد! دنيا خوبصورت آهي، پر ان ۾ ڪنڊن جو باغ بہ آهي. جتي لالچ هوندي، اتي محبت ڪيئن هوندي!“

”آءٌ ڏوهن سان ڀريو پيو آهيان، منهنجو ويس ڪارو آهي، پوءِ بہ ماڻهو مون کي درويش ٿا چون.“

چون ٿا تہ، هن جي امڙ عبادت ۾ اتساهہ پيدا ڪرڻ لاءِ هن جي مصلي هيٺان کنڊ جي پُڙي رکي ڇڏيندي هئي، جيڪا هو نماز کان پوءِ ڪڍندو هو ۽ ان کي نماز جو انعام سمجهندو هو. هڪ ڀيري سندس امڙ کان کنڊ رکڻ وسري وئي، پر ننڍڙي مسعود کي ساڳي جاءِ تي کنڊ جي پُڙي رکيل ملي ۽ ائين هُو ’گنج شڪر‘ سڏجڻ لڳو. هن کي جيڪا رقم يا شيون ملنديون هيون، سي مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو.

بابا فريد الدين محرم الحرام 668 ھ ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سندس مزار پنجاب صوبي جي شهر ’پاڪ پتڻ‘ ۾ آهي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- بابا فريد جو جنم ڪٿي ٿيو؟

٢- بابا فريد جو اصل نالو ڇا هو؟

٣- بابا فريد کي گنج شڪر ڇو ٿو سڏيو وڃي؟

۴- بابا فريد پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟

۵- بابا فريد ڪهڙيون ڳالهيون ڪندو هو؟

٦- بابا فريد جي آخري آرام گاهہ ڪٿي آهي؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| نيڪ | | |
| اتساهه | | |
| پوئلڳ | | |
| خوبصورت | | |
| معروف | | |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد ۽ جمع لکو:

| واحد | جمع | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| چمار | | محبتون | |
| نماز | | لالچون | |
| درگاهه | | ڪندا | |

(د) مختلف شخصيتن جي جمڻ ۽ وفات جي ڏينهن تي اخبارون 'خاص صفحا' ڪڍن ٿيون. اوهان انهن اخبارن مان جن شخصيتن بابت ڄاڻ حاصل ڪئي آهي تن بابت تفصيل سان ٻڌايو.

(هه) اهڙا فعل جن مان معلوم ٿئي ته فاعل اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو، اهڙي زمان کي، زمان مستقبل چئبو آهي.

مثال: ١- اسلم ڪراچيءَ گهمڻ ويندو.

٢- احمد اخبار پڙهندو.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته فاعل اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو. اوهان زمان مستقبل بابت ڪي ٻه چار جملا لکو.

# وڏندڙ آبادي

### سکيا جي حاصلات

- عبارت (نثر ۽ نظم) پڙهي معلوماتي، تفهيمي ۽ اطلاقي سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- ٻُڌل جُملن جي تسلسل ۽ بي ترتيبيءَ کي سمجهي سگهي.
- عبارت خاموشيءَ ۽ روانيءَ سان پڙهي، اُن مان ڪو نتيجو ڪڍي سگهي.
- روزمره جي زندگيءَ ۾ تخليقي ۽ تنقيدي راءِ ڏئي سگهي.

اسان جي مُلڪ پاڪستان جي آبادي اٽڪل 22 ڪروڙ ٿي وئي آهي. پاڪستان دُنيا ۾ گهڻ آباديءَ وارن ملڪن ۾ پنجون نمبر ليکيو وڃي ٿو.

آباديءَ جي تڪڙي واڌ مُلڪ ۽ قوم جي زندگيءَ جي معيار تي ناڪاري اثر وجهي ٿي. ان ڪان سواءِ تعليم، صحت، خوراڪ، رهائش، روزگار ۽ ٻيون سهولتون پڻ متاثر ٿين ٿيون. اهڙيءَ طرح آباديءَ ۾ واڌ سبب پيدائش، بيمارين ۽ موت جي شرح ۾ به واڌ اچي ٿي. ان ڪري ضروري آهي ته وڌندڙ آباديءَ جي اثرن کي گهٽائڻ لاءِ ملڪي وسيلن جو بهتر استعمال ڪيو وڃي.

هيٺ ڏنل ڳالهين تي عمل ڪرڻ سان آباديءَ جو دٻاءُ گهٽجي سگهي ٿو:

1. پيداوار جي وسيلن کي تيزيءَ سان وڌايو وڃي. ان ۾ صنعت ۽ حرفت جي ترقيءَ، دستڪاري گهريلو صنعت کي عام جام ڪرڻ، زراعت ۽ تجارت کي جديد طريقن مطابق ترقي وٺرائڻ.
2. فني تعليم کي مُلڪ ۾ عام ڪرڻ، ان ڪان سواءِ زراعت ۽ صنعت سان گڏ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ جديد ٽيڪنالاجيءَ ڪان ڪم ورتو وڃي.
3. نون وسيلن جي ڳولا جاري رکڻ. ان سلسلي ۾ تيل جي ڳولا واري ڪم تي خاص ڌيان ڏنو وڃي. ٻين معدني شين مان پڻ لاڀ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.
4. پاڪستان ۾ اجا تائين اهڙي زمين چڱي مقدار ۾ پيل آهي، جنهن کي هيل تائين پوک هيٺ نه آندو ويو آهي، جيڪڏهن ڪٿي آندو به ويو آهي ته ان تي ڪو خاص توجهه نه ڏنو ويو آهي. ان ڪان سواءِ سِم ۽ ڪلر واري زمين کي به آباديءَ لائق بڻائڻ لاءِ جوڳي بندوبست جي ضرورت آهي.
5. حقيقت ۾ موجوده وسلين مان پورو لاڀ حاصل ڪرڻ ۽ وڌيڪ وسيلن جي ڳولا جو ڪم جاري رکڻ تڏهن ممڪن ٿيندو، جڏهن اسان مان هر فرد محنت، خلوص ۽ ايثار جي جذبي سان سرشار ٿي پنهنجو فرض پورو ڪندو.

اسان سيني کي گُهرجي تہ متين ٻُڌايل ڳالهين تي عمل ڪريون. ائين اسين پنهنجي مُلڪ کي وڌندڙ آباديءَ جي نقصانن کان بچائي سگهون ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- پاڪستان جي هينئر ڪيتري آبادي آهي؟
٢- پاڪستان دُنيا ۾ گهڻ آباديءَ وارو ڪهڙو نمبر مُلڪ آهي؟
٣- آباديءَ جو دٻاءُ وسيلن تان ڪيئن گهٽائي سگهجي ٿو؟
٤- وڌندڙ آباديءَ جي ڪري ڪهڙيون شيون متاثر ٿين ٿيون؟
٥- مُلڪي وسيلن جو بهتر استعمال ڪيئن ڪري سگهجي ٿو؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| هاجيڪار | | |
| دستڪاري | | |
| رفتار | | |
| شرح | | |
| لاءِ | | |
| تجارت | | |

### (ج) هيٺ ڏنل بي ترتيب جُملن کي دُرست ترتيب ڏئي لکو:

١- مقدار ۾ چڱي آهي پيل هيل تائين زمين پاڪستان ۾.
٢- گُهرجي اسان سيني کي تہ ڪريون ٻُڌايل ڳالهين متين تي عمل.

## (د) هيٺ ڏنل عبارت پڙهو ۽ ٻڌايو ته ان عبارت ۾ ڪهڙو مقصد يا پيغام ڏنل آهن.

اسين پاڪستاني آهيون. اسان جو وطن سرسبز ۽ شاد ۽ آباد آهي. اسان کي پنهنجي وطن جي سربلنديءَ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪرڻ گُهرجي. اسين محنت ڪري وڏن عُهدن تي پهچي پنهنجي مُلڪ ۽ قوم جي سُٺي نموني خدمت ڪري سگهون ٿا.

اسين انجنيئر، ڊاڪٽر، اُستاد، هاري، پورهيت ۽ هنر مند وغيره سَڀ پاڻ ۾ ڀائر آهيون. اسين سڀ پنهنجي ملڪ جي لاءِ مختلف ميدانن ۾ محنت ڪري خدمت ڪريون ٿا. شال! اسان جو مُلڪ سُکيو ۽ ستابو رهي.

### سرگرمي:

(1) سير ۽ تفريح جي حوالي سان پنهنجي صوبي يا علائقي جي ڪجھ مشهور جڳهين جا نالا ٻُڌايو ته اوهان کي اُتي ڇا ڇا پسند آهي ۽ ڇو؟

(2) پاڪستان ۾ ڪيترين ئي خوبصورت جايون آهن. هيٺ ڏنل تصويرن کي غور سان ڏِسو ۽ ٻُڌايو ته اوهان انهن جاين مان ڪٿي وڃڻ پسند ڪندا ۽ ڇو؟

شالامار باغ

سيف الملوڪ ڍنڍ

ڪيلاش وادي

سبق ويهون

## سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي ان جو مفهوم ۽ مرڪزي خيال بيان ڪري سگهي.
- سُر ۽ لَئہ جي حوالي سان نظمن کي ٻڌي، لطف وٺي ۽ انهن جو پنهنجن لفظن ۾ اظهار ڪري سگهي.
- نظم پڙهي، ان مان رديف ۽ قافين جي چونڊ ڪري سگهي.
- لفظن ۾ اڳياڙين ۽ پڇاڙين کي سمجهي، انهن کي استعمال ڪري سگهي.
- محاورن ۽ اصطلاحن بابت ڄاڻي سگهي.
- گهريلو، تعليمي ضرورتون ۽ خواهشون بيان ڪري سگهي.

# قَدَم وَڌائي اَڳتي هَل

سُستي مان ڇا هَڙ حاصل،<br>
قدم وڌائي اڳتي هل.

چنڊ تي پهتو آ انسان،<br>
محنت جو سڀ آهي ڦل.

ڪنهن جو تون محتاج نہ ٿي،<br>
ڪنهن جي آڏو جهول نہ جهل.

همت وارن جي آڏو،<br>
جُهڪي پوي ٿو نيٺ جَبَل.

سردي گرمي سر تي سهي،<br>
گُلَ جهلي ٿي ڌڏهين وَل.

گذري جيڪو وقت ويو،<br>
هاڻ انهيءَ تي هٿ نہ مَل.

ڏونگر پاڻ ڏري پوندا،<br>
اگر ارادو آهي اَٽل.

علم تہ آهي سچ جي واٽ،<br>
واٽ انهيءَ تي هلندو هَل.

پهاڙ پرزا ٿي پوندا،<br>
ٻانهُن ۾ جي آهي ٻَل.

وقت وڃائين مفت متان،<br>
قيمت لهڻي ، هر ڪو پَل.

امداد حسيني

# مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- نظم 'قدم وڌائي اڳتي هل' مان توهان کي ڪهڙو شعر وڻي ٿو ۽ ڇو؟
٢- شاعر علم بابت ڇا ٿو چئي؟
٣- شاعر گذري ويل وقت بابت ڪهڙي صلاح ڏئي ٿو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ڦَل | | |
| ڏونگر | | |
| اٽل | | |
| پُرزا | | |
| ٻَل | | |

**(ج) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:**

هٿ مَلڻ — ڏونگر ڏري پوڻ — ٻانهن ۾ ٻل هجڻ

**(د) نظم 'قدم وڌائي اڳتي هل' جو بنيادي خيال بيان ڪريو.**

**(هه) 'هَل' ۽ 'مَل' هم قافيه لفظ آهن. اوهين هن نظم مان ٻيا هم قافيه لفظ چونڊي لکو.**

**(و) هيٺ ڏنل لفظن ۾ 'دان' لفظ پڇاڙي آهي:**

جيئن: * تعليم+دان = تعليمدان
* سائنس+دان = سائنسدان

اوهين 'دان' پڇاڙيءَ وارا ڪي ٻه ٻه لفظ ٻڌايو.

## (ز) هيٺ ڏنل خال پري، شعر مڪمل ڪريو:

* ڪنهن جو تون .................. نہ تي،
ڪنهن جي آڏو ................ نہ جهل.

* ..................... وڄائين مفت متان،
قيمت ....................... هر ڪو پَل.

## (ح) هي نظم زباني ياد ڪري ڪورس ۾ سُر سان ڪلاس ۾ ٻُڌايو.

سرگرمي: اوهان وڏا ٿي ڇا ٿيڻ چاهيو ٿا؟ ان بابت ڪلاس ۾ ڳالھ ٻولھ ڪريو.

سبق ايڪيھون

# سائنسي ايجادون

## (اِي ميل)

### سکيا جي حاصلات

- مضمون پڙهي ان جي اهم نُڪتن جو تجزيو ڪري سگهي.
- خبرن ۽ فيچرن جي متن کي اتاري ۽ اهم سوالن جا جواب لکي سگهي.
- 'اِي_ميل' ڪري ۽ پڙهي سگهي.
- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا مان حاصل ڪيل معلومات جو تجزيو ڪري سگهي.
- دوستن کي خط، دعوتناما، ايس ايم ايس، اِي ميل ۽ مبارڪباد جا ڪارڊ لکي موڪلي سگهي.
- مرڪب هاڪاري، ناڪاري، سواليه ۽ عجب وارا جملا ڳالهائي سگهي.
- انفارميشن ٽيڪنالاجي جو استعمال ڪري سگهي.

هاڻي ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي ايتري ته ترقي ڪئي آهي، جو اوهان پنهنجي ڪمپيوٽر تان انٽرنيٽ ذريعي ڪنهن به اِي ميل ائڊريس تان سنڌيءَ ۾ اِي ميل موڪلي سگهو ٿا، جيڪا هڪ گهڙيءَ ۾ اوهان جي دوست يا مِٽ مائٽ وٽ پهچي ويجي ٿي. ان لاءِ نه اوهان کي پنو وٺڻو پوندو، نه وري ٽپال گهر وڃڻو پوندو.اوهان گهر ويٺي آساني سان اِهو سڀ ڪجهه ڪري سگهو ٿا. ان سان اوهان جو وقت ۽ خرچ به بچي پوندو.

15 جولاءِ 2022ع

حيدرآباد سنڌ

پيارا دوست ......................

السلام عليڪم!

اميد ته اوهين خيريت سان هوندا!

جيئن ته گرميءَ جي موڪلن هجڻ ڪري، اسان مان ڪي پنهنجن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ آهن ته ڪي سير ۽ تفريح لاءِ ملڪ جي اترين علائقن ڏانهن ويل آهن، ڪي وري پنهنجي مِٽن مائٽن سان ملڻ لاءِ مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن ويل آهن. مون سوچيو ته ڇو نه اوهان کي حال احوال کان واقف ڪجي، ان ڪري هيءُ خط لکي رهيو آهيان.

پيارا دوست،

منهنجي هن خط لکڻ جو هڪ مقصد اهو به آهي ته اوهان کي جديد انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ کان آگاهه ڪريان، جنهن ذريعي هاڻي خط لکي، ٽپال ذريعي موڪلڻ بجاءِ، 'اِي ميل' يعني برقي ٽپال ڪئي ويجي ٿي. ان جو پورو نالو 'اليڪٽرانڪ ميل' آهي. هاڻي عام ٽپال رستي خط لکڻ جو رواج آهستي آهستي

گهتجي رهيو آهي. عام ٽپال ذريعي پنهنجي  مِٽن مائٽن ۽ دوستن عزيزن سان حال احوال ڪرڻ لاءِ خط لِکي، لفافي ۾ وجهي، ڪنهن ويجهي ٽپال جي دٻي ۾ وجي وجهڻو پوي ٿو. ان ڪان پوءِ وصول ڪرڻ واري کي پڻ وڏي انتظار ڪان پوءِ خط  وجي پهچندو آهي. خط جي جواب ۾ به ڪيترائي ڏينهن لڳيو وجن. پر هاڻي ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي ايتري ته ترقي ڪئي آهي، جو اوهين پنهنجي ڪمپيوٽر تان انٽرنيٽ ذريعي ڪنهن به اِي ميل ائڊريس تان سنڌيءَ ۾  اِي ميل موڪلي سگهو ٿا، جيڪا هڪ گهڙيءَ ۾ اوهان جي دوست يا مِٽ مائٽ وٽ پهچي وجي ٿي. ان لاءِ نه اوهان کي پنو وٺڻو پوندو، نه وري ٽپال گهر وڃڻو پوندو. اوهان گهر ويٺي آسانيءَ سان اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهو ٿا. ان سان اوهان جو وقت ۽ خرچ به بچي پوندو.

اِي ميل وسيلي ڪيترين ئي ٻولين ۾ خط، درخواستون ۽ علمي ڄاڻ موڪلي يا حاصل ڪري سگهجي ٿي. اِي ميل جي سهولت سنڌي ٻوليءَ ۾ پڻ آهي، جنهن مان شاگرد، استاد، ڊاڪٽر، واپاري ۽ ٻين شعبن ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو آسانيءَ سان لاڀ حاصل ڪري سگهن ٿا. اِي ميل ڪرڻ ڪان اڳ ، اِي ميل ائڊريس ۽ هڪڙو ڳجهو لفظ  ناهبو آهي، جنهن کي ڪمپيوٽر جي ٻوليءَ ۾ ’پاس ورڊ‘ (Password) چئبو آهي.

مون کي اميد آهي ته اوهان کي هي طريقو نهايت آسان لڳندو ۽ اوهان جلد ڪان جلد پنهنجي ڪمپيوٽر ۾ سنڌي سافٽ ويئر انسٽال ڪري، مون کي هن خط جو جواب اِي ميل ذريعي ڏيندا. آءٌ پنهنجي اِي ميل ائڊريس اوهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان.

پنهنجن پيئرن ۽ دوستن کي منهنجي پاران ڪوڙ سارا سلام چوندا. مون کي اميد آهي ته اسين هاڻي اِي ميل ذريعي هڪٻئي سان حال احوال پيا ڪندا رهنداسين.

فقط اوهان جو دوست

..............................

حيدرآباد سنڌ

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- اِي-ميل مان ڇا مراد آهي؟
٢- اڳي، حال احوال ڪهڙي وسيلي موڪلبو هو؟
٣- اِي-ميل مان ڪهڙا فائدا آهن؟
٤- اِي-ميل لاءِ ڪهڙيون شيون ضروري آهن؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

شعبو اميد تفريح مقصد رواج جديد

### (ج) هن سبق مان اسان هيٺيان نوان لفظ سکيا:

ڪمپيوٽر - انٽرنيٽ - اِي ميل - سافٽ ويئر - پاس ورڊ

### (د) هاڪار ۽ ناڪار ڏيکاريندڙ لفظ گرامر موجب 'ظرف' ٿيندا آهن. اوهان هيٺ ڏنل لفظن کي مُرڪب جُملن ۾ ڪم آڻيو:

ها - هائو - نہ - ڪونہ - ڪانہ - ڪين - مَ

### (ھ) اوهان اليڪٽرانڪ ميڊيا جي ڪهڙن ڪهڙن ذريعن مان ڄاڻ حاصل ڪندا آهيو؟ تن بابت تفصيل سان ٻُڌايو.

### (و) اوهان پنهنجي دوست ڏانهن اِي-ميل ڪريو ۽ ڪيس امتحاني نتيجي بابت ٻُڌايو.

سرگرمي: اُستاد ٻارن کي اخبار مان ڪنهن خبر يا فيچر جو متن ڏئي لکڻ لاءِ چئي ۽ ان بابت ڪي اهم سوال بورڊ تي لکي، ٻارن کي انهن جا جواب لکڻ لاءِ چئي.

## ياد رکو تہ:

* انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جو ننڍو نالو (مخفف) آءِ ٽي (I.T) آهي.
* اِي ميل ائڊريس کي آءِ ڊي (I.D) چئبو آهي.
* ڪمپيوٽر جي ڳجهي ڪوڊ کي پاس ورڊ (Password) چئبو آهي.

اِي ميل ڪرڻ لاءِ ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ جي ضرورت پوي ٿي.

## استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد، ٻارن کي مشق 'و' حل ڪرڻ ۾ مدد ڪري ۽ اِي-ميل ڪرڻ جو عملي نمونو سيکاري.

سبق ٻاويهون

# اسڪائوٽِنگ ۽ گرل گائيڊ

**سکيا جي حاصلات**

- قاعدن ۽ ضابطن جي پابندي ڪري سگهي.
- خود اعتماديءَ جو مظاهرو ڪري سگهي.
- ٻين جي مدد ڪري سگهي.
- روزمره جي زندگيءَ ۾ تخليقي ۽ تنقيدي راءِ ڏئي سگهي.
- روزمره جي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ ڏهن کان پندرنهن سادن ۽ مرڪب جملن تي مشتمل مضمون لکي سگهي.
- حرف جملي بابت ڄاڻي سگهي.

دنيا ۾ عام ڀلائيءَ ۽ خلق جي خدمت ڪندڙ ڪيتريون ئي تنظيمون، ادارا ۽ تحريڪون آهن. اسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ بہ اهڙين تحريڪن مان مکيہ آهن. اسڪائوٽنگ جو مکيہ مقصد شاگردن ۽ نوجوانن ۾ خوداعتمادي پيدا ڪرڻ ۽ منجهن خدمت جو جذبو پيدا ڪرڻ آهي. اسڪائوٽنگ وسيلي شاگردن ۽ نوجوانن جي تربيت ڪري ملڪ ۽ قوم لاءِ باڪردار ۽ مفيد شهري پيدا ڪيا وڃن ٿا.

اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني هڪ انگريز، لارڊ بيڊن پاول هو. هن فوجي زندگيءَ ۾، هڪ ڪتاب 'ايڊ ٽُواسڪائوٽنگ' لکيو هو. هي ڪتاب لکيو تہ فوجين لاءِ ويو هو، پر پوءِ اُهو ٻارن ۾ وڌيڪ مقبول ٿيو. ٻارن جو جوش ۽ جذبو ڏسي، لارڊ بيڊن پاول 1907ع ۾ اسڪائوٽنگ جو باقاعدي اعلان ڪيو ۽ ويهن ڇوڪرن جو هڪ جٿو تيار ڪيائين. انهيءَ جٿي انگلئنڊ جي 'برائون سي' ٻيٽ ۾، دنيا جي سڀ کان پهرين بُواءِ اسڪائوٽ ڪئمپ لڳائي. اها ڪئمپ نهايت ڪامياب رهي. اُنهيءَ کان پوءِ هيءَ تحريڪ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پکڙجي وئي. 1920ع ۾، سڄيءَ دنيا جي اسڪائوٽن جو پهريون بين الاقوامي ميڙ ٿيو. اُنهيءَ ميڙ ۾، لارڊ بيڊن پاول کي دنيا جو 'چيف اسڪائوٽ' تسليم ڪيو ويو. سندس گهر واري بہ انهيءَ تحريڪ ۾ ساٿس گڏ هئي ۽ جڏهن گرل گائيڊ جي تحريڪ شروع ٿي تہ کيس اُن جو 'چيف گائيڊ' چونڊيو ويو.

پاڪستان قائم ٿيڻ جو اعلان ٿيو ته ان وقت فرانس ۾ ڇهين عالمي اسڪائوٽ جمبوري ٿي رهي هئي. پهرين سيپٽمبر 1947ع تي، ڪراچيءَ ۾ پاڪستان جي اسڪائوٽ ليڊرن جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ پاڪستان بواءِ اسڪائوٽ ائسوسيئيشن ناهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. 22 ڊسمبر 1947ع تي، گورنر جنرل هائوس ڪراچيءَ ۾ قائداعظم محمد علي جناح، پاڪستان جي پهرئين چيف اسڪائوٽ جي عهدي جو قسم کنيو. اهڙيءَ ريت ملڪ جو سربراهه، ملڪ جو چيف اسڪائوٽ ۽ صوبائي گورنر، صوبي جو چيف اسڪائوٽ ٿيندو آهي. هن وقت به سنڌ سميت پوري ملڪ ۾ سرڪاري ۽ خانگي اسڪائوٽ گروپ موجود آهن. سنڌ ۾ خاص طور تي شاهه لطيف اسڪائوٽ گروپ، هر سال حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس تي پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو آهي.

اسڪائوٽنگ وسيلي اسڪولي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سنا شهري بڻائڻ ۽ خلق جي خدمت لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي. اسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ جا قاعدا ۽ قانون مُقرر ٿيل آهن، جيڪي سڄيءَ دنيا جي ٻارن لاءِ هڪجهڙا آهن.

هن تحريڪ ۾ حصو وٺندڙن کي دستڪاري ۽ ٻيا هنر سيکاري، پنهنجي پاڻ ۽ ٻين لاءِ ڪارائتو بڻايو ويندو آهي. هنن کي باهه وسائڻ، ڪاڏو تيار ڪرڻ، ميدان سَنوَت ۾ آڻڻ، تنبو لڳائڻ ۽ تُرتُ علاج ڪَرڻ جي عملي سکيا پڻ ڏني ويندي آهي. اسڪائوٽن کي جنگ جي زماني ۾ ڳجها نياپا رسائڻ ۽ سگنل ڏيڻ جي تربيت پڻ ڏني ويندي آهي.

اسڪائوٽ توڙي گرل گائيڊ ڇڙَ تي ضابطو رکندا آهن. جانورن تي ڪَهل ڪندا آهن ۽ اهي هر وقت نيڪيءَ ۽ ڀلائيءَ جي ڪمن ڪرڻ لاءِ تيار رهندا آهن.

اسڪائوٽن جي تربيت لاءِ جهنگن، جبلن ۽ ڏکين هنڌن تي ڪئمپون لڳايون ويندیون آهن. اُتي اسڪائوٽ ماستر ۽ اسڪائوٽ ڪمشنر نوجوان اسڪائوٽن کي سکيا ڏيندا آهن. ڪائين ڪرڻ ۽ پاڻي پرڻ کان وٺي رڌ پچاءُ ۽ ڪئمپ تي

پهري ڏيڻ تائين، سمورا ڪم اسڪائوٽ ڪي پنهنجي سِر ڪرڻا پوندا آهن. گرل گائيڊ کي بہ اها تربيت ڏني ويندي آهي تہ هو گهرن ۾ ڪيئن رهن. ڪين گهرو ڪم ڪار ۽ اُن لاءِ سامان مهيا ڪرڻ جي سکيا پڻ ڏني ويندي آهي. سڄيءَ دنيا جي اسڪائوٽن ۽ گرل گائيڊ جي مرڪزي آفيس لنڊن شهر ۾ آهي.

اسڪائوٽ توڙي گرل گائيڊ جي زندگي، هڪ مثالي زندگي ٿئي ٿي. هو پاڻ کي ڏک ڏئي، ٻين کي سُک پهچائين ٿا. اَمن توڙي جنگ ۾، هو ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا آهن.

**اسان سڀني کي هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ملڪ، قوم ۽ پوري انسانذات جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ گهرجي.**

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني ڪير هو؟
٢- اسڪائوٽنگ جي نموني تي، ڇوڪرين لاءِ ڪهڙي تحريڪ آهي؟
٣- پاڪستان جو پهريون چيف اسڪائوٽ ڪير هو؟
٤- شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس تي ڪهڙو اسڪائوٽ گروپ خدمتون سرانجام ڏيندو آهي؟
٥- اسڪائوٽ ۽ گرل گائيڊ جا مکيہ مقصد ڪهڙا آهن؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| مفيد | | |
| باڪردار | | |
| جتو | | |
| دستڪاري | | |
| خوداعتمادي | | |

(ج) * احمد ۽ رشيده اسڪول ويندا آهن * آءٌ ۽ هوءَ حساب سکندا آهيون.

متين جملن ۾ پهرين نمبر جملي ۾ احمد ۽ رشيده ٻه اسم آهن. ٻُر جملي نمبر ٻئي ۾ آءٌ ۽ هوءَ ضمير آهن.

اهڙا لفظ جيڪي ٻن اسمن يا ٻن ضميرن کي ملائين ته اهڙن لفظن کي حرف جملو چئبو آهي.

پر - جيتوڻيڪ - ۽ وغيره حرف جملو آهن.

اوهان ٻه اهڙا پنج جملا ناهي لکو.

(د) ٽُبڪا ملائي تصوير ۾ رنگ ڀريو:

(هه) ٽُرت علاجَ بابت ڪي ٻه ڏهه جملا لکو.

سرگرمي: اوهان پنهنجي اسڪول ۾ اسڪائوٽ ۽ گرل گائيڊ گروپ ناهي سرگرميون ڪريو.

سبق ٽيويهون

## سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي ان جو مفهوم ۽ مرڪزي خيال بيان ڪري سگهي.
- نظم پڙهي، ان ۾ موجود آکاڻيءَ کي نثر ۾ بيان ڪري سگهي.
- نظم پڙهي، ان مان رديف ۽ قافين جي چونڊ ڪري سگهي.
- آکاڻي، نظم، واقعو ۽ ڊرامو پڙهي، انهن جي بنيادي خيالن ۽ نتيجن کي اخذ ڪري لکي سگهي.
- موقعي جي مناسبت سان گهربل لهجي ۽ آواز جي لاهه چاڙهه ۽ اعتماد سان گهٽ ۾ گهٽ ٻن منٽن تائين پنهنجا خيال پيش ڪري سگهي.

# هرڻي ۽ سندس ٻچو

چَري پئي ڪا هرڻي چراگاهه ۾،
۽ سانديئين پئي ٻچڙو سدا ساهه ۾.

ڏٺو پاڻي ۽ گاهه ساوا صفا،
خوشيون ئي خوشيون، خوف خطرا نه ها.

اتي ٻيون به هرڻيون کي چَرنديون هُيون،
ٻَچن ساڻ گهُمنديون ۽ ٽَرنديون هُيون.

اتي ئي نِنڍيون ٿي، وَڏيون ٿيون هُيون،
سَنهيون سُهڻيون اهڙيون جو وڻنديون هيون.

پهاڙن جون چوٽي طرف چوٽيون،
نه هو اُلڪو، گهر جنهن محل موٽيون.

ٻَچو ماءُ سان خوش تي کيڏڻ لڳو،
وڏو ٿيو تہ سمجهڻ ۽ سوچڻ لڳو.

”امان، هي جبل ايڏا ڇو تا ٿين؟“
”ٻچا، هي اسان جو تا پهرو ڏين!“

ائين نيٺ ڪنهن جي نظر وين لڳي،
پهاڙن ڏي هرڻيءَ جي اک وئي ڪجي!

انهيءَ مهل ماريءَ سڏي ڪئي بندوق،
پهاڙن ۾ گُونجي وئي هڪڙي ڪُوڪ!

ٻچو زخم کائي ۽ ڦٿڪڻ لڳو،
”ڪيُم ڏوهہ ڪهڙو !“ هي سوچڻ لڳو.

ڊِڄي هرڻي هيڪر پري وئي هلي،
وري موٽي پنهنجي ٻچي تي پئي!

”امان، هي جبل، جو سهارو هيو،“
”انهيءَ ۾ تہ وينو ڪو مارو هيو!“

ٻُڌي هيءُ، هرڻي صفا وئي وڃي،
رُني، تڙپي ليڪن وڃي ڪيئن ٻچي!

ائين ئي وري ٻيو ٿيو هڪ ٺڪاءُ،
ٻچي تي تي قربان وئي نيٺ ماءُ!

علي دوست عاجز

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

۱- هرڻي ۽ سندس ٻچو ڪٿي چري رهيا هئا؟
۲- هرڻيءَ جي ٻچي ماءُ کان ڪهڙو سوال ڪيو؟
۳- هرڻيءَ ٻچي کي ڪهڙو جواب ڏنو؟
۴- هرڻيءَ جو ٻچو ڏڪ لڳڻ کان پوءِ ڇا سوچڻ لڳو؟
۵- نڪاءَ تي هرڻي پري وڃي، وري ڇو موٽي آئي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|
| نڪاءُ | |
| پهاڙ | |
| خوشيون | |
| سنهڙيون | |

### (ج) هن نظم کي پڙهي ڪهاڻي پنهنجن جملن ۾ لکي ڏيکاريو.

### (د) هيٺ ڏنل شعر پڙهو.

اتي ٻيون بہ هرڻيون کي چَرنديون هُيون،
ٻَچن سان گهُمنديون ۽ ڦَرنديون هُيون.

مٿئين ڏنل شعر ۾ ”چَرنديون“ ۽ ”ڦَرنديون“ همقافيہ لفظ آهن.
جڏهن تہ شعر ۾ استعمال ٿيل ”هُيون“ لفظ رديف آهي.
اوهين هن نظم جي هيٺ ڏنل بند مان رديف ۽ همقافيہ لفظن جي چُونڊ ڪريو:

ٻَچو ماءُ سان خوش ٿي کيڏڻ لڳو،
وڏو ٿيو تہ سمجهڻ ۽ سوچڻ لڳو.

## (هـ) ’هرڻي ۽ سندس ٻچو‘ نظم مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

سرگرمي: اُستاد، ٻارن کان ’جانورن تي ڪهل‘ جي موضوع تي مختصر تقرير ڪرائي ۽ سندن رهنمائي ڪري.

**ياد رکو تہ:**

جانورن تي ڪهل ڪجي.

**استاد لاءِ هدايت:**

- اُستاد ڏنل سرگرميءَ ۾ تقرير دوران هرهڪ ٻار جي خود اعتمادي، لهجي، آواز جي لاهہ چاڙهہ، تاثرات ۽ وقت کي ڌيان ۾ رکي.

## سکيا جي حاصلات

- اعرابن (زبر، زير، پيش) لڳائڻ سان معنيٰ جون تبديليون سمجهي سگهي.
- ٻين جي مدد ڪري سگهي.
- اصطلاح قول ۽ چوڻيون پنهنجي جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- عبارت خاموشيءَ ۽ رواني سان پڙهي ان مان نتيجو ڪڍي سگهي.
- عبارت ۾ استعمال ٿيل محاورن ۽ اصطلاحن کي ٻُڌي سمجهي سگهي.

سبق چوويهون

# شِهري رضاڪار

عام طرح ڏٺو ويو آهي تہ دنيا ۾ جيڪو بہ ماڻهو خدمت ڪري ٿو، اهو موٽ ۾ اُنهيءَ خدمت جو بدلو ضرور چاهي ٿو. پر ڪي ماڻهو اهڙا بہ آهن، جيڪي ٻين جي خدمت ڪن ٿا، مگر اُنهيءَ جو ڪوبہ اُجورو نٿا گهرن. اهڙا ماڻهو هر وقت ٻين جي خدمت ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن ۽ ٻين جي واهرَ ڪرڻُ پنهنجو فرض ڄاڻندا آهن. اهڙن ماڻهن کي "رضاڪار" چئبو آهي. "رضاڪار" جي معنيٰ ئي آهي، "بنا اُجوري خدمت ڪرڻ وارو."

شهري رضاڪار ملڪ جي بچاءَ، عام ڀَلي جي ڪمن ۽ اتفاقي حادثن جي وقت، ڏکويلن جي مدد لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيندو آهي. هو اُها خدمت بنا ڪنهن پگهار يا لالچ جي ڪندو آهي. رضاڪارن جي مدد سان حڪومت پيش آيل ڏکين حالتن کي سولائيءَ سان منهن ڏئي سگهندي آهي. اهڙيءَ طرح، ڏکويل ماڻهن کي بہ تُرت سهارو ملي پوندو آهي. شهري رضاڪارن کي تجربيڪار ماڻهو سِکيا

ڏيندا آهن. انهيءَ سِکيا ۾ باهه وسائڻ، ڦُرت علاج ڪرڻُ، ٽريفڪ ڪي سنڀالڻُ وغيره پڻ شامل آهي.

جنگ جي زماني ۾، جڏهن فوج مورچا سنڀالي دشمن سان مقابلي ڪرڻ ۾ رُڌل هوندي آهي، تڏهن شهري رضاڪارَ وري شهري انتظام رکڻَ ۽ امن امان بحال ڪرڻَ ۾ مشغول هوندا آهن. سرڪاري جاين، رستن، پلين جي بچاءُ ڪرڻ ۾ هو فوج توڙي پوليس جي مدد ڪندا آهن. جنگ دوران وڏن شهرن ۾ هوائي حملي جو ڊپ هوندو آهي، انهيءَ ڪري شهري رضاڪار رات ڏينهن چوڪس رهندا آهن، تہ جيئن ڪو ماڻهو شهري بچاءَ جي اصولن جي ڀڃڪڙي نہ ڪري.

هو هوائي حملي ۾ ڦٽيل ماڻهن ڪي علاج لاءِ اسپتالن ۾ پهچائيندا آهن ۽ ڊنَل جاين هيٺان دٻيلَ ماڻهن ڪي ٻاهر ڪڍندا آهن.

شهري رضاڪارَ جنگ، طوفانَ، ٻوڏ توڙي زلزلي سبب ڏُتڙيل ماڻهن جي واهر ڪندا آهن. ڪين خطري وارين جاين تان ڪڍي، سلامتيءَ وارن هنڌن ڏانهن وٺي ويندا آهن. ٻوڏ جي وقت، شهري رضاڪارَ ٻوڏ جي ستايل ماڻهن لاءِ کاڌي، ڪپڙي ۽ دوا درمل جو بہ بندوبست ڪندا آهن. اُهي شهرن توڙي ڳوٺن ۾، اهڙا مرڪز قائم ڪندا آهن، جتي کاڌو، ڪپڙو ۽ دوائون گڏ ڪندا آهن ۽ پوءِ اُهي شيون اُنهن ماڻهن ۾ ورهايون ونڊيون آهن.

اُنهيءَ سان گڏوگڏ، جنگ جي وقت هو پنهنجي ننڍ ڦٽائي، شهرن ۾ پهرو ڏيندا آهن. ٻوڏ جي وقت بچاءَ بندن تي بہ پهرو ڏيندا آهن. ڪڏهن بہ ڪا وبائي بيماري پکڙبي آهي، تہ شهري رضاڪارَ بيمارن جي خدمت ڪندا آهن. حڪومت بيماريءَ کي روڪڻ لاءِ جيڪي اُپاءَ وٺندي آهي، تن تي عمل ڪرائيندا آهن.

اسان جي ملڪ ۾ ڪي اهڙا بہ سماج دشمن ماڻهو رهن ٿا، جيڪي ٻارن کي کڻي وڃي وڪڻندا آهن. شهري رضاڪارَ اُنهن ٻارن کي ڳولي، مائٽن تائين پهچائيندا آهن ۽ جيڪي ڏوهاري هوندا آهن، تن کي پوليس جي حوالي ڪندا آهن. اُن کان سواءِ مائٽن کان پيچي ويل ٻارن کي بہ هٿ ڪري مائٽن جي حوالي ڪندا آهن.

اَڄُڪلهہ رضاڪار تي ڪم ڪرڻ جو جذبو وڌي رهيو آهي. خاص ڪري شاگرد انهيءَ ڳالهہ ۾ دلچسپي وٺي رهيا آهن. شاگردن جي انهيءَ لاڙي جو فائدو وٺندي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اهڙا مرڪز قائم ڪيا پيا وڃن، جتي کين فوجي ۽ شهري بچاءَ جي سِکيا ڏني وڃي ٿي، جيئن جنگ توڙي امن ۾ قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪري سگهن.

رضاڪارُ ٻڻجي، پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪرڻ جو جذبو ساراهہ جي لائق آهي. اسان سڀني کي اهڙي خدمت ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهڻ گهرجي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- شهري رضاڪار ڪنهن کي چئبو آهي؟
٢- شهري رضاڪار حڪومت جي ڪهڙيءَ طرح مدد ڪندا آهن؟
٣- شهري رضاڪارن کي ڪهڙي سکيا ڏني ويندي آهي؟
٤- جنگ جي زماني ۾ شهري رضاڪار ڪهڙي خدمت ڪندا آهن؟
٥- ٻوڏ جي وقت شهري رضاڪار ڪهڙو بندوبست ڪندا آهن؟
٦- شهري رضاڪار جي زندگيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|
| رضاڪار | |
| واهر | |
| ترت | |
| مورچا | |
| چوڪس | |
| ڏتڙيل | |

(ج) زبر، زِير ۽ پيش کي اعراب چئبو آهي. اعرابن جي مٽائڻ سان لفظ جي معنيٰ به مٽجي وڃي ٿي. اوهان هينئن لفظن جون اعرابون بدلائي معنيٰ لکو.

جيئن : سِکُ - سِرَ - رَسُ

(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

* رضاڪار جي معنيٰ ئي آهي بنا ...................... خدمت ڪرڻ وارو.
* شهري رضاڪارن کي ................... ماڻهو سڪيا ڏيندا آهن.
* ٻوڏ توڙي زلزلي سبب ................... ماڻهن جي مدد ڪندا آهن.
* شاگردن جي انهيءَ ................... جو فائدو وٺندي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اهڙا مرڪز قائم ڪيا پيا وڃن.

(هه) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي سمجهاڻي لکو ۽ جُملن ۾ استعمال ڪريو:

* چوهه چنڊڻ * سِٽ سِٽڻ * ڪير ڪند ٽيڻ

ياد رکو ته:

ٻوڏ، زلزلي، حادثن، طوفانن ۽ ٻين قدرتي آفتن وقت هڪٻئي جي مدد ڪرڻ گهرجي.

استاد لاءِ هدايت:

* اُستاد، مشق 'هه' ۾ ڏنل اصطلاح ٻارن کان جُملن ۾ استعمال ڪرائي ۽ وڌيڪ مثال ڏئي سمجهائي.

سبق پنجويهون

### سکيا جي حاصلات

- مرکب هاڪاري، ناڪاري، سواليہ ۽ عجب وارا جملا ڳالهائي سگهي.
- روزمره جي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ سٽن کان ڏهن سادن ۽ مُرڪب جُملن تي مشتمل پئراگراف لکي سگهي.
- بيهڪ جي نشانين (دم، اڌ دم، ڏنگين ۽ واڪ جي نشانين) جو درست استعمال ڪري سگهي.
- ڪنهن تقرير يا خطبي جي اهم نُڪتن کي لکي سگهي.

# ڌنڌن جي اهميت

ڌنڌو يا پيشو ماڻهوءَ جي زندگي جي گذران حاصل ڪرڻ جو وسيلو هوندو آهي. هر ڌنڌو معزز ۽ احترام جوڳو آهي. اڄڪلهہ هر قسم جي نوڪري بہ پيشي ۾ شمار ٿئي ٿي. ڪي ڌنڌا اهڙا بہ آهن جيڪي قديم زماني کان اڄ تائين سنڌ ۾ رائج آهن. اُهي ڌنڌا هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين جاري رهڻ ڪري موروثي بہ بڻيا تہ ذات طور سڃاڻپ بہ بڻجي ويا. جيئن لوهارڪو ڌنڌو ڪندڙ لوهار، واڍڪو ڪم ڪندڙ واڍو، سونارڪي ڌنڌي وارو سونارو، ڪورڪو يا ڪپڙي جي ڪورِ اُڻڻ جي ڪم ڪندڙ کي ڪوري ۽ موچڪي ڌنڌي وارو موچي سڏجڻ لڳو. اِهي ڌنڌا ڪو بہ ذات وارو ڪري سگهي ٿو. هر هڪ ڌنڌو محنت ۽ مشقت سان ئي ڪامياب رهندو آهي. محنت هر ڌنڌي ۾ برڪت وجهي ٿي. هُونئن تہ ڪيترائي ڌنڌا آهن، پر هت اهڙن **ڪجهہ** ڌنڌن جي باري ۾ پڙهنداسين:

**لوهارڪو ڌنڌو:** لوهارڪي ڌنڌي جو تعلق لوهہ سان آهي. لوهار پهريائين لوهہ کي باهہ جي ننڍڙي بٺيءَ ۾ ڌنوَڻ جي وسيلي هوا ڏيندو آهي ۽ باهہ ۾ ڪوئلا بہ وجهندو ويندو آهي. جڏهن لوهہ باهہ تي ڳاڙهو ٿي ويندو آهي، تڏهن ان ۾ ڪجهہ نرمي ايندي آهي ۽ لوهار ان کي چِمٽي سان ڪڍي، سَنداڻ تي رکي، هٿوڙي سان ڪُٽيندو آهي. اهڙيءَ مار سان لوهہ مان گهربل شيءِ ٺهي پوندي آهي. لوهہ مان ڏاٽا، ڪهاڙيون، ڪِڙِڪيون، ترارون، ڪوڏرون، رنبا، رنبيون، واهولا، چيٽيون ۽ ٻيون بي شمار شيون ٺهنديون آهن.

واڍڪو ڌنڌو: واڍڪو ڌنڌو بہ اسان جي سماج جو اهم ۽ پراڻو ڌنڌو آهي. واڍو ڪاٺ مان ڪتون، ڪبٽ، در، دريون، گهڙامنجيون، هَر، پاجاريون، ڏانداريون، تويا، پاٽيون، چوڪٺيون ۽ ڪاٺ جا هُرلا، سينگار جون ميزون، ڪرسيون، ٽپايون بہ ناهيندو آهي. واڍي جا اهم اوزار واهولو، ڪارائي، رندو، رنبي، گرمٽ ۽ سيرائي وغيره آهن، جن جي مدد سان ڪاٺ مان مختلف شيون تيار ڪندو آهي.

ڪنيارڪو ڌنڌو: ڪنيارڪي ڌنڌي ڪندڙ کي ڪنير يا ڪنيار سڏبو آهي. ڪنير چيڪي مِٽي ڳوهي، ان مان مختلف ٿانوَ ناهيندو آهي. هو ڳوهيل مٽيءَ جو پنوڙو ڪاٺ جي چڪَ تي چاڙهي، ان کي هٿ يا پيرَ سان ڦيرائيندو آهي. جڏهن چڪ ڦرڻ لڳندو آهي، تڏهن ڪنيار ٻنهي هٿن سان ڏاڍي مهارت سان ان مٽيءَ کي گهربل ٿانوَ جي شڪل ڏيندو آهي. ڪنير ڪيترن ئي نمونن جا رانديڪا، مَٽ، دِلا، گهُگهيون، ڍڪڻيون، پاٽيون، پاٽوڙا، ڪُونَر، چاڏيون، پارا، ڪُنا، ڪُنيون ۽ ڪُپا وغيره ناهيندو آهي. پنهنجن ناهيل ڪچين شين کي آوِيءَ ۾ پچائي تيار ڪندو آهي.

سونارڪو ڌنڌو: سون مان زيور ۽ هار سينگار جون شيون تيار ڪيون وينديون آهن. اهڙي ڪاريگر کي سونارو سڏبو آهي. هي ڌنڌو بہ آڳاٽي وقت کان اڄ تائين هلندو ٿو اچي. سوناري جو ڪم نازڪ، نفيس ۽ احتياط وارو هوندو آهي.

**هارپو:** سنڌ پاڪستان جي زرعي صوبن مان هڪ آهي. پراڻي وقت کان وٺي پوکي راهيءَ جو ڌنڌو يا زمين آباد ڪري زرعي اُپت حاصل ڪرڻ جو ڌنڌو هلندو ٿو اچي. هاري ڪڻڪ، جُوئر، سارِيُون، ڪَمندُ، ڪپهه، سرنهن، تُوريو، پاجيون ۽ ٻيا ڪيترا ئي فصل پوکي ملڪ جي پيداوار ۾ اضافو ڪندو آهي. اڳ تہ هاري ڏاندن سان هَرُ ڪاهي زمين ڪيڙيندو هو ۽ نار وهائي ريج ڪندو هو، پر اڄ جديد ٽيڪنالاجيءَ سبب زرعي اوزارن ۽ مشينريءَ ان جي جاءِ والاري آهي. ان مان آبادگارن ڪي سنو لاڀ ملي ٿو.

**ڪورڪو ڌنڌو:** ڪورڪو ڌنڌو ڪپڙي اُڻڻ جو ڌنڌو آهي. پراڻي زماني ۾ ڪپڙو اُڻڻ وارا چرخن وسيلي ڌاڳا جوڙي آڏاڻن تي ڪپڙو تيار ڪندا هئا. ڪپڙو يا ڪپڙي جي ڪور اُڻڻ وارو ڪورِي سڏبو آهي. سنڌ ۾ ڪيترائي آڏاڻا هوندا هئا جن تي سوين ماڻهو ڪورڪي ڌنڌي ۾ مصروف هوندا هئا، پر آهستي آهستي جديد صنعتڪاري آڏاڻن جي رواج ڪي ذري گهٽ ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ هاڻي ڪپڙو ڪارخانن ۾ تيار ٿيندو آهي.

ان کان علاوه موچڪو، مهاڻڪو ڌنڌو يا مڇي مارڻ جي ڪِرت، حجامڪو، ڪٽيءَ جو يا ڏوٻڪو، واڻ وٽڻ ۽ ٻيا بہ اهڙا ڪيترائي معزز ڌنڌا آهن. انهن ڌنڌن جي ذريعي ماڻهو روزي ڪمائي گهر جو گذر سفر ڪن ٿا.

اڄڪلهه هر ڌنڌي ۾ مشينريءَ جو استعمال ٿي رهيو آهي، جنهن ڪري وقت، محنت ۽ پيسي جي گهڻي بچت ٿي رهي آهي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- لوهار ڇا ناهيندو آهي؟
٢- واڍي جا ڪهڙا اوزار آهن؟
٣- آوِي ڇا آهي؟
٤- سوناري ۽ لوهار جي ڌنڌي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
٥- آڏاڻو ڇا کي چئبو آهي؟
٦- ڪتاب ۾ ڄاڻايل ڌنڌن کان سواءِ ڪن ٻين ڌنڌن جا نالا ٻُڌايو.

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| معزز | | |
| آڏاڻو | | |
| صنعتڪاري | | |
| رائج | | |
| آوي | | |
| موروثي | | |
| مهارت | | |

### (ج) مهاڻي جي ڪرت بابت ڪي ٻه ڏهه جملا لکو.

## (د) هيٺ ڏنل بيهڪ جون نشانيون ڏسو:

(1) پورو دم (.)

(2) ٿورو دم (،)

(3) دم (:)

(4) اڌ دم (؛)

(5) سوال جي نشاني (؟)

(6) عجب جي نشاني (!)

(7) واڪ جون نشانيون ” “

(8) ڏنگيون ( )

* استاد ٻارن کي بيهڪ جون مکيہ نشانيون جملن ۾ استعمال ڪرڻ سيکاري.

## (ھ) اهڙا اسم جن کي ڏِسي، ڇُهي يا چکي نہ سگهجي پر فقط محسوس ڪري سگهجي اهي 'اسم ذات' آهن:

اللّٰہ تعاليٰ جو نالو اسم ذات آهي.

جيئن: * ڏاهپ ہہ هڪ ذات آهي.

* مِنائيءَ ۾ ڏاڍو ميناج آهي.

* سچائي سُٺو گُڻ آهي.

## (و) هيٺ ڏنل جملا پڙهو ۽ سمجهو:

1- ها ٻار راند ڪيڏي پوءِ گهر موٽي آيا. (هاڪاري جملو)

٢- اُهي ڪراچي نہ پر سکر تا وڃن. (ناڪاري جملو)

٣- ڇا اسلم ۽ منتار راند ڪيڏن تا؟ (سواليہ جملو)

٤- مار! ٻوڏ جو ايڏو پاڻي مون اڳ نہ ڏٺو. (عجبي جملو)

(ز) هيٺيان خال پريو:

(الف) هر ڏنڌو معزز ۽ .................. جوڳو ٿئي ٿو.

( ب ) محنت هر ڏنڌي ۾ .................. وجهي ٿي.

( ج ) لوهار اول لوهه .................. ڪندو آهي.

( د ) ڪنياري ڏنڌي ڪنڌڙ ڪي .................. سڏبو آهي.

سرگرمي: اُستاد ٻارن کي ڪلاس ۾ ’پورهئي سان پيار‘ جي عنوان تي موبائيل فون يا ڪمپيوٽر وغيره تان ٻن منٽن جي تقرير ٻُڌرائي ۽ ڪائنن تقرير جا اهم نُڪتا لکرائي، انهن تي ڳالهه ٻولهه ڪرائي.

استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي مشق ’د‘ ۾ ڏنل ٻيهڪ جون نشانيون وڌيڪ مثالن ذريعي سمجهائي.

## سبق ڇويهون

# سُر سارنگُ (بيت)

### سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي ان جو مفهوم ۽ مرڪزي خيال بيان ڪري سگهي.
- سُر ۽ لَئه جي حوالي سان نظمن کي ٻڌي، لطف وٺي ۽ انهن جو پنهنجن لفظن ۾ اظهار ڪري سگهي.
- نظم پڙهي، ان مان رديف ۽ قافين جي چونڊ ڪري سگهي.
- مختلف عنوانن تي مضمون لکي سگهي.
- آڪاٽين ۽ نظمن ۾ فطري منظرن ، ڪيفيتن ۽ حالتن تي پنهنجن جذبن ۽ احساسن جو اظهار ڪري سگهي.
- ٻوليءَ جي تشبيهن، استعارن ۽ پهاڪن کي ٻڌي انهن جي مفهوم کي بيان ڪري سگهي.

آگم اِيءُ نہ انگَ، جَهڙو پَسڻ پرينءَ جو،
سيڻن ريءَ سَيد چئي، رُوح نہ رَچن رنگَ،
سَهسين ٿيا سارنگَ، جاني آيو جُوءِ ۾.

مِينهان ۽ نِينهان ، ٻيئِي اَڪَرَ هيڪَڙي،
جي وسڻ جا ويسَ ڪري، تہ ڪڪر ڪَن ڪِيهان،
بادل ٿي بِيهان ، جي آگَمَ اچڻ جا ڪرين.

آگَمَ ڪيو اچِن، سَجڻ سانوَڻ مِينهَن جِئن،
پاسي تن وَسنِ، جي سڀ ڄماندر سِڪِيا.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- سارنگ مان ڇا مراد آهي؟
٢- سهسين سارنگ ڪڏهن ٿيندا آهن؟
٣- هنن بيتن ۾ شاعر ڪهڙو منظر چِٽيو آهي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو.

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پَسڻ | |
| سيٽن | |
| سهسين | |
| ڪيهان | |
| ڄماندر | |

## (ج) هيٺ ڏنل لفظن جا هم قافيه يا هم آواز لفظ لکو:

جيئن: ميهان - نيهان

اچن ____________
انگ ____________
بِيهان ____________

## (د) مِينهَن پوڻ کان پوءِ جو منظر پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.

## (هه) ڏنل بيتن کي ڪلاس ۾ سُر ۽ لئه سان پڙهو.

## (و) ڏنل بيتن جو مرڪزي خيال بيان ڪريو.

(ز) ڏنل تصويرن کي غور سان ڏسو ۽ مختصر آکاڻي لکو.

(ح) مِينهَن جي مُند تي مختصر مضمون لکو.

(ط) استعارو معنيٰ 'اڌارو وٺڻ'. اهڙا لفظ جيڪي تشبيهه بدران سڌوسنئون استعمال ٿين انهن کي 'استعارو' سڏجي ٿو.

جيئن:

هُو شينهن آهي.

متئين جملي ۾ 'شِينهن' لفظ 'استعاري' طور استعمال ٿيل آهي.

اوهان هيٺ ڏنل جملن مان استعاري وارا لفظ چونڊي لکو.

١- تون چنڊ آهين.

٢- هِيءُ ٻارڙو گلاب جو گُل آهي.

سبق ستاويھون

## دودو سومرو

### سکيا جي حاصلات

- ڪلاس ۾ رواني سان ڳالهايل لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم ٻڌي، سمجهي ۽ بيان ڪري سگهي.
- عبارت ۾ استعمال ڪيل محاورن ۽ اصطلاحن کي ٻُڌي ۽ سمجهي سگهي.
- ظرف ۽ ان جي قسمن کي سمجهي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- جمع کي واحد ۽ واحد کي جمع لفظن ۾ تبديل ڪري سگهي.

سنڌ جي تاريخ ۾ ڪيترائي سورهيہ ۽ بهادر انسان پيدا ٿيا آهن. اُنهن پنهنجو رتُ سَتُ ڏئي، پنهنجي ڌرتيءَ کي هميشہ سلامت ۽ آجو پئي رکيو آهي. اهڙن سورهين مان دودو سومرو بہ هڪ هو. سڀاڳي آهي اها ماءُ جنهن کي دودي جهڙا پُٽ هجن!

عربن جي ٽن صدين جي حڪومت کان پوءِ، سومرا قبيلي سنڌ جي حڪومت سنڀالي. سومرن جي گهراڻي ۾ ويهارو بادشاھ ٿي گذريا. سومرن سنڌ تي ٽن صدين کان بہ وڌيڪ عرصو بادشاهي ڪئي. انهن ۾ پونگر، همون ٻائي، دودو سومرو، تارا ٻائي، عمر سومرو ۽ همير سومرو مشهور حاڪم ٿي گذريا آهن.

سومرن جي دور جا ڪيترائي تاريخي ۽ عشقيہ قصا توڙي داستان مشهور آهن. دودي سومري جو داستان هن دور جو هڪ اهم داستان آهي، جيڪو صدين گذرڻ بعد اڄ بہ پيو ڳائجي.

اُن دور ۾ دهلي سلطنت، سنڌ جي سومرن کي پنهنجي تابع ڪرڻ ۽ دودي خلاف حملي ڪرڻ جي ڀرپور تياري ڪئي. دودي سومري پنهنجي بهادر ساٿين جو لشڪر تيار ڪري، دهليءَ جي بادشاهہ پاران موڪليل لشڪر جو مقابلو ڪيو. ان جنگ ۾ دودي ۽ سندس سپاهہ زبردست لڙائي ڪئي. وڏي گهمسان جي جنگ لڳي ۽ سنڌ جي سورمن دشمن جي لشڪر ۾ ٽاڪوڙو وجهي ڇڏيو. جيتوڻيڪ هن خونخوار جنگ ۾ دودو جنگ جي ميدان تي وڙهندي شهيد ٿي ويو. ان هوندي بہ دهلي سلطنت جي لشڪر کي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيو. اهي خوار خراب ٿي دهلي موٽي ويا.

دودي سومري، وطن جي آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ کي بچائڻ لاءِ اهڙي تہ بهادري ڏيکاري، جو سندس نالو اڄ تائين ڳائجي پيو. سنڌ ۾ اڄ بہ اهائي چوڻي مشهور آهي تہ: ”مڙس تہ ڪو دودو آهين!“ دودي سنڌ جي ننگن ۽ دنگن تان سِر ڏئي شهادت ماڻي هئي، ان ڪري سنڌ جا ماڻهو اڄ بہ هن سورهيہ سپوت جو نالو پنهنجن پُٽن تي رکڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- سنڌ تي سومرن گهڻو عرصو حڪومت ڪئي؟

٢- سومرن جي گهراڻي ۾ ڪهڙا مشهور حاڪم ٿي گذريا آهن؟

٣- دودي سومري بابت سنڌ ۾ ڪهڙي چوڻي مشهور آهي؟

٤- سومرن کان اڳ سنڌ ۾ ڪنهن جي حڪومت هئي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

| لفظ | معنيٰ | جملا |
| --- | --- | --- |
| سورهيه | | |
| سلطنت | | |
| سورمن | | |
| سَتُ | | |
| تابع | | |
| گهمسان | | |

## (ج) هيٺ ڏنل جُملا ڌيان سان پڙهو:

١- ساجن سياڻي سکر ويندو.
٢- پار آهستي آهستي هلي ٿو.

متي ڏنل جُملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ ’ظرف‘ آهن. اوهين هيٺ ڏنل جُملن مان جڳهه، وقت، ريت، قدر، هاڪار ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيندڙ لفظ چونڊي لکو.

١- اسلم هيٺ بيٺو آهي.
٢- هائو آءٌ سبق پڙهان ٿو.
٣- اهي راند ڪونه ٿا ڪيڏن.
٤- تو ڪالهه سبق لکيو.

## (د) اسم جا ۾ عدد آهن. جيئن: لٺ مان لٺيون
هيٺ ڏنل واحد لفظن جا جمع ٺاهيو:

گِهٽي : ______________
صدي : ______________
جنگ : ______________
سَچِي : ______________

## (هـ) دودي کان سواءِ سنڌ جا ڪيترا سُورما ۽ سُورميون آهن، انهن مان ڪن ٻه ٽن جا نالا لکو.

سبق اناويهون

## سکيا جي حاصلات

- عبارت خاموشي ۽ رواني ۽ سان پڙهي، ان مان ڪو نتيجو ڪڍي سگهي.
- اسڪول ۾ ٿيندڙ هم نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺي سگهي.
- اسڪول جي سطح تي ٿيندڙ تقريري مقابلي ۾ حصو وٺي سگهي.
- مختلف عُنوانن تي مضمون لکي سگهي.
- متن مان مذڪر ۽ مؤنث لفظن جي نشاندهي ڪري سگهي.

# تِمرَ جا ٻيلا

وڻن جا جُهڳٽا جيڪي زمين جي وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل هجن، تن کي 'ٻيلا' چئبو آهي. ٻيلا هٿرادو به رکيا ويندا آهن ته قدرتي به ٿين. هٿرادو ٻيلا واهن جي پاڻيءَ تي خاص سار سنڀال هيٺ رکيا ويندا آهن. اتي وڻن جا قسم به مرضيءَ موجب رکبا آهن. ٻيلا مِينهن جي پاڻيءَ تي به ٿيندا آهن. اهڙن ٻيلن ۾ اتي جي موسم ۽ زمين جي قسم کي نظر ۾ رکي هٿرادو ٻوٽا رکيا ويندا آهن. ڪي وڻ قدرتي به ٿي پوندا آهن. قدرتي ٻيلا درياهن جي ڪنارن سان ٿيندا آهن. جيڪي درياهن جي ٻنهي ڪنارن سان چوڙ تائين هلندا آهن.

عربي سمنڊ جي ڪناري سان هڪ خاص قسم جي وڻن جا ٻيلا ٿين ٿا، جيڪي سمنڊ جي پاڻيءَ ۽ ڪناري واريءَ زمين تي قدرتي نموني پيدا ٿيندا آهن. انهن وڻن کي 'تِمر' چئبو آهي. تِمر جا ٻيلا سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ٿين ٿا. سنڌو درياهه جي چوڙ وٽ، ڪاري ڇاڻ ۽ ساموندي ڪناري تي زمين ۽ ننڍي پاڻيءَ ۾ به ٿين.

تمر جو وڻ گهاٽو ٿئي ٿو. ان جا پن سنها ۽ قد ۾ چار يا ڪٻڙ جي وڻ جيترا

ٿين ٿا. تِمر جا ٻيلا بہ قدرتي ٿين ٿا. هي وڻ مڇيءَ جي واڌ ويجهہ لاءِ نهايت ضروري آهي. ساموندي لهرين ۾ مڇيءَ جا بيضا لُڙهي اچي هنن گهاٽن ٻوٽن ۾ رڪجن ٿا. اتي ئي ٻچن جي صورت وٺي وڌن ٿا. هي وڻ ننڍين مڇين ۽ جِهينگن جو وڏو پناهہ گاهہ آهي، جِهينگي کي 'سانو' يا 'گانگٽ' بہ چوندا آهن.

تِمر جا پن مڇين جو وڻندڙ کاڌو آهي. اُٺُ بہ تِمر جون ٽاريون وڏي چاهہ سان کائيندو آهي. اُنڪري جَتَ اُنن جا وڏا وڳ وٺي تِمر واري علائقي ۾ ڦِرندا رهندا آهن. مطلب تہ مڇيءَ وانگر اُنن جي چاري لاءِ بہ تِمر جا ٻيلا نهايت مفيد ۽ موزون سمجهيا وڃن ٿا. تمر جي وڻن ۾ ماکي بہ جام ٿئي ٿي، جيڪا ساموندي ڪناري تي رهندڙ ماڻهن جي کاڌ خوراڪ ۽ روزگار جو ذريعو آهي. تِمر جا چوڏا چمڙي کي رڱڻ لاءِ پڻ ڪم اچن ٿا. جڏهن تہ پنن ۽ چوڏن مان نڪرندڙ عرق مختلف بيمارين جي علاج لاءِ ٺهندڙ دوائن ۾ پڻ ڪم ايندو آهي.

تِمر جي ڪاٺيءَ جو ڳاٽيتو عمارتي ڪاٺ ۾ نتو ٿئي. پر ٻارڻ لاءِ ڪناري تي رهندڙ ماڻهن ۽ ٻيڙين تي مڇي مارڻ وارن لاءِ ڏاڍو ڪارائتو آهي. سمنڊ ڪناري رهندڙ ماڻهو تمر جي ڪاٺين مان پنهنجا گهر پڻ اڏيندا آهن.

سنڌو درياهہ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ۽ برسات نہ پوڻ ڪري تِمر جا ٻيلا سڪڻ شروع ٿي ويا آهن. ان ڪانسواءِ ساموندي گدلاڻ بہ تِمر جي ٻوٽن سُڪائڻ ۾ وڏو ڪم ڏيکاريو آهي. مٺي پاڻيءَ جي کوٽ ۽ درياهي لٽ نہ ملڻ واري عمل، تِمر جي ٻيلن کي وڏو نقصان رسايو آهي.

هي ٻيلا گهٽجي باقي ٿوري ايراضيءَ تي اچي بچيا آهن. جيڪڏهن پاڻيءَ جي اها کوٽ برقرار رهي تہ هي تاريخي ۽ ڪمائتا ٻيلا اُجڙي ناس ٿي ويندا. تمر جي ٻيلن جي تباهي، جهينگي، مڇيءَ ۽ آنن لاءِ نهايت هاڃيڪار ٿيندي. اُهي انسان جيڪي ڪناري تي رهي مڇي مارڻ تي گذر ڪري، زندگي گذارين ٿا. اُهي بُک ۽ بيروزگاريءَ جو شڪار ٿيندا ۽ ساموندي ڪنارا ويران ٿي ويندا.

تِمر جي ٻيلن جي اهميت کي سمجهندي، 2013ع ۾ سنڌ سرڪار ساموندي ڪنارن سان اٺڪل سَتَ لک نوان ٻوٽا لڳرايا تہ جيئن تِمر جي ٻيلن کي بچائي سگهجي. اهي سمورا ٻوٽا هڪ ئي وقت پوکيا ويا هئا، جيڪو هڪ عالمي رڪارڊ آهي.

# مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- ٻيلو ڇا کي چئبو آهي؟
٢- تِمر ڇا آهي؟
٣- تِمر سنڌ ۾ ڪهڙي هنڌ ٿئي ٿو؟
٤- تِمر جي ٻيلن جا ڪهڙا فائدا آهن؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| جُهڳِٽا | | |
| لهرون | | |
| ڳاٽيتو | | |
| وِڳ | | |
| اُجڙي | | |

(ج) اوهين اسڪول ۾ ٿيندڙ ڪهڙين ڪهڙين هم نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺندا آهيو؟ انهن جو احوال لکو.

(د) 'وڻن پوکڻ جي اهميت' بابت پنهنجي ڪلاس ۾ پنجن منٽن جي تقرير ڪريو.

(هه) هيٺين لفظن جا مونث لکو:

| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| اُٺ | | دِلو | |
| نِينگرُ | | شاگرد | |

(و) ٻيلن جي اهميت تي مختصر نوٽ لکو.

(ز) هيٺ ڏنل خال پريو:

(الف) ٻِمر جي وڻن ۾ ................ ۽ .............. جي واڌ ويجهه ٿئي ٿي.

( ب ) جهينگي کي ................ ۽ ................ ٻہ چئبو آهي.

( ج ) ٻِمر جو ڪاٺ ................ ۽ ................ جي ڪتب ايندو آهي.

سرگرمي: اُستاد ماحول جي گدلاڻ کان بچاءُ، وڻن پوکڻ جي اهميت ۽ افاديت جي موضوعن تي ٻارن کان تصويرون ۽ پوسٽر ٺهرائي ۽ انهن جي نمائش ڪرائي. بهترين تصويرن ۽ پوسٽر ٺاهيندڙ ٻارن جي همت افزائيءَ لاءِ انعام وغيره جو پڻ بندوبست ڪري.

سبق اوڻٽيهون

## سکيا جي حاصلات

- آکاڻي ٻڌي ڪردارن جي اهميت ۽ مرڪزي خيال کي پروڙي سگهي.
- آکاڻي ٻُڌي ان جي مرڪزي خيال بابت سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- لفظن ۾ اڳياڙين ۽ پڇاڙين کي سمجهي، انهن کي استعمال ڪري سگهي.
- اصطلاح، قول ۽ چوڻي پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪري ، جملن ۾ لکي سگهي.

# لوڻَ جي آتمُ ڪهاڻِي

مون کي هر ڪو سڃاڻي. هر گهر ۾ منهنجو استعمال ٿئي ٿو. اُهو ڪهڙو طعام آهي، جنهن ۾ منهنجي هئڻ جي ضرورت نہ آهي! هرڪو ڪاڌو مون کان سواءِ بي سوادي آهي. مون کي پلي ڪٽي سال رکي ڇڏيو، پر خراب اصل ڪين ٿيان. نالو تہ منهنجو اوهين پڪ ڄاڻي ويا هوندا. ها! مون کي ’لوڻُ‘ چوندا آهن، ڪي وري ’نمڪ‘ بہ سڏين.

آءٌ آهيان بہ گهراڻي گهر جو! انهيءَ ڪري وڏائي تہ اصل ڄاڻان ئي ڪِينَ. زماني جا حال تہ توهان کي ساريا پيا آهن. ٿوم ۽ بصر جهڙيون شيون بہ ڪڏهن ڪڏهن اڻ لڀ ٿيو وڃن، پر آءٌ هر وقت ۽ هر هنڌ هڪيو حاضر آهيان. نڪي لڪان، نَڪي ماڻو ڪري پنهنجو مُلهہ وڌايان. امير توڙي غريب جي هڪجهڙي خدمت ڪريان. ائين نہ ڄاڻو تہ آءٌ ڪو اڪيلو آهيان. وڏي قبيلي وارو آهيان. اچو تہ آءٌ اوهان کي پنهنجي ڪهاڻي سُڻايان.

اسين لوڻَ پاڻيءَ توڙي خشڪيءَ ۾ رهون ٿا. آءٌ سمنڊ ۾ رهان. ماڻهو سمنڊ جي ڪناري تي ننڍين ٻارين ۾ سمنڊ جو پاڻي پريو ڇڏين. جڏهن پاڻي

سُڪيو وڃي، تہ آءٌ ظاهر ٿيو پوان. انهيءَ ڪري مون کي سڏين ٿي ’ساموندي لوڻ‘ منهنجو ٻيو ڀاءُ رهي کاري پاڻيءَ جي ڍنڍن ۾. ٿر ضلعي جي ڏيپلي تعلقي ۽ سانگهڙ ضلعي جي کپري تعلقي ۾ سارڻ ۽ ڊليار ڍنڍون آهن، جتي منهنجو ٻيو ڀاءُ رهندو آهي. منهنجو ٽيون ڀاءُ ڪلراٺين زمينن ۾ رهندو آهي. ماڻهو ڪَلَرُ ميڙي، پاڻيءَ ۾ پُسائيندا آهن. پوءِ اُن جو مٽاڇرو پاڻي ڪٽي، ڪاڙهي، منهنجي ڀاءُ کي ظاهر ڪندا آهن. اُن کي ’ڪلراٺو لوڻ‘ چون. اسان ٽنهي جو رنگ اڇو آهي. منهنجا ٻيا بہ ڀائر جبلن ۾ رهندا آهن. اُنهن مان هڪ جو رنگ ڳاڙهسرو آهي، اُن کي ’سينڌو لوڻ‘ سڏين. ٻئي جو رنگ ڪارو آهي، اِنڪري اُن کي سڏين ٿي ”ڪارو لوڻ“. پنجاب ۾ ڊنڊوٽ وٽ منهنجي اُنهن ڀائرن کي جبلَن مان کوٽي ڪڍيو اٿن. انهيءَ کي ’جابلو لوڻ‘ سڏين. اهو پيهين ۽ پوءِ ڪم آڻيندا آهن.

آءٌ ڪاڏي ڪان سواءِ دوائن ۾ بہ ڪم ايندو آهيان. خاص ڪري پيٽ جي سور جي ڦڪين ۾ منهنجا ڀائر، سينڌو لوڻ ۽ ڪارو لوڻ ڪم آڻيندا آهن. آءٌ جانورن

جي بہ ڪم اچان ٿو. ٿڪ جي حالت ۾ اُنن، گهوڙن ۽ ڍڳن کي منهنجون هڪ يا ٻہ لپون کارائيبيون تہ ٿَڪ لهي ويندو اٿن.

آءٌ جنهن سان بہ ملان، ان کي خراب ٿيڻ ڪِينَ ڏيان. منهنجي رهڻ جي ڪري سمنڊ جو پاڻي ڪڏهن بہ ڪِنو ڪين ٿئي. توهان ڏٺو هوندو تہ گلُنِ، مڇيءَ، پَلي يا گوشت سُڪائڻ وقت مون کي ڪتب آندو ويندو آهي. آءٌ اُنهن جي رس سان ملي ويندو آهيان، تنهنڪري اُنهن ۾ نہ ڪا بدبوءِ ٿئي ۽ نہ وري اهي شيون ڪِنيون ٿين، پلي مهينن جا مهينا رکيون هجن.

آءٌ جڏهن برف سان ملندو آهيان، ته اُن کي ڳرڻ کان روڪي، وڌيڪ ٿڌ پيدا ڪندو آهيان. ڪُلفي ۽ آئس ڪريم ٺاهڻ وارا برف ڪُٽي، اُن ۾ مون کي ملائي، سانچي ۾ ٻاهران رکندا آهن، ته سانچي ۾ پيل کير جمي ڪلفي ٿي پوندو آهي.

آءٌ ڏاڍو ڪمائتو آهيان، پر منهنجي گهٽائي نقصانڪار اَٿو. ڪاڌي ۾ ضرورت کان گهٽو پئجي ويس، ته طعام ڪارو ٿي پوندو. زمين ۾ وڌي ويندو آهيان، ته اتي ڪلرُ ٿي پوندو آهي. ڪلرانيءَ زمين ۾ نه پوک ٿيڻ ڏيان نه وري ڪا ڪچي جاءِ بيهڻ ڏيان. جاين جون پاڙون ڪائي، ڇَٽ ڪري ڇڏيندو آهيان. ”ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪڻ“ ته توهان ٻڌو هوندو. ائين تڏهن چئبو آهي، جڏهن ڪنهن جي ڏکويل دل کي وڌيڪ ڏکوئبو آهي. يلائي ڪري ڪنهن جي دل نه ڏکوئجو، نه ته آءٌ هرويرو بدنام ٿيندس.

اِها ڳالهه ياد رکجو ته پاڻي منهنجو دشمن آهي. آءٌ ان کان وَنءُ ويندو آهيان. پاڻي منهنجي وجود کي ڳاري ناس ڪري ڇڏيندو آهي. مُڙان وري آءٌ به ڪِينَ! پاڻي مون کي ڳاري، ته آءٌ وري اُن جو سواد بدلائي ڪارو ڪريو ڇڏيانس، پوءِ سيڪو پيو ٿُوڪاريس.

ٻارو! اڄ مون کي دنيا ۾، جيڪو ماڻُ ۽ مرتبو حاصل آهي، سو اِنهيءَ ڪري آهي جو مون ڏاڍا ڏک ۽ ڏاکڙا ڏٺا آهن ۽ سخت ڪشالا ڪديا آهن. پنهنجي ننڊ ۽ آرام قُربائي، ڪارخانن ۾ پيسجي اَٽو ٿيو آهيان. سچ آهي ته هن دنيا ۾ ماڻُ ۽ مرتبو گهر ويني، مفت ۾ ڪين ملندو آهي. ماڻُ ۽ مرتبو ملندو آهي محنت سان. محنت ڪريو، ننڊ ۽ آرام قُربائي پڙهو ۽ لکو، ته اڳتي هلي، وڏي ماڻَ ۽ مرَتبي وارا ليکجو.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- آتم ڪهاڻيءَ مان ڇا مراد آهي؟
٢- ڪاڌي ۾ لوڻ جي وڌيڪ استعمال سان ڪهڙا ڪهڙا نقصان ٿين ٿا؟
٣- زمين ۾ لوڻ جي وڌڻ ڪري ڪهڙو نقصان ٿو ٿئي؟
٤- ٿرپارڪر ۽ سانگهڙ ضلعن جي ڪهڙين ڍنڍن مان لوڻ ليي ٿو؟
٥- اسان کي ماڻُ ۽ مرتبو حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گُهرجي؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ڪشالا | | |
| دربدر | | |
| ماٺو | | |
| مهلت | | |
| اهميت | | |
| اچرج | | |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن مان مناسب جواب چوندي (✓) جو نشان لڳايو:

١- سينڌي لوڻ جو رنگ آهي.

| اڇو | ڪارو | ڳاڙهسرو | ڪار سرو |
|---|---|---|---|

٢- ڪارو لوڻ ملندو آهي.

| ڍنڍن مان | جبلن مان | سمنڊ مان | ڪلراٺي زمين مان |
|---|---|---|---|

٣- لوڻ جو دشمن آهي.

| هوا | باھ | پاڻي | مِٽي |
|---|---|---|---|

(د) سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ، جيڪي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن مان جڙيل آهن.

جيئن: ٻي سوادي ۽ اڻلڀ.

اوهين بہ (ٻي ۽ اڻ) اڳياڙيءَ وارا ٻيا لفظ ڳولهيو.

(هـ) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو.

١- ڦَٽن تي لُوڻ ٻُرڪڻ     ٢- ونءُ وڃڻ     ٣- ڪشالا ڪيڻ

(و) اوهان پنهنجن لفظن ۾ 'ڪتاب' جي آتم ڪهاڻي لکي اچو.

استاد لاءِ هدايت:

- استاد، ٻارن کي آتم ڪهاڻيءَ بابت سمجهائي.

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق پهريون** | |
| ٻاجهه | رحم، مهر |
| تاريءَ تڳڻ | سهاري، آسري يا آڌار جيئڻ |
| پاتال | گهرائي، اونهائيءَ جي آخري |
| | حد، سمنڊ يا ڍنڍ جو اونهو ترو |
| ڇپر | ڍڪ، اوٽ، پناهه ، جبل |
| رِي | کانسواءِ |
| صاحب | الله سائينءَ ڏانهن اشارو |
| صاحبي | مالڪي، مالڪ هئڻ |
| فضل | بخشش، نيڪي |
| ڪُڇاڙو | ڇا |
| ڪُمي | کوٽ، گهٽتائي |
| کهان | ڇوان |
| مڱان | گهران |
| ميريا ئي | اگلي هئڻ باوجود، ميري |
| | هئڻ واري حالت ۾ به، |
| | ڪوتاهين يا غلطين |
| | هوندي، گناهگار آهيان تہ بہ |
| **سبق ٻيو** | |
| اوج | ترقي، عروج، گهڻو واڌارو |
| تاڪيد | زور ڀرڻ، هدايت ڪرڻ |
| تعمير | اڏاوت |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پورهيت | ڪمي، ڪاسبي، |
| | پورهيو ڪندڙ، محنت ڪش |
| پورهيو | ڪم |
| راس | مڪمل، پورو، تيار |
| ڪيٻائڻ | ٽٽائڻ، لهرائڻ |
| عار | عيب، گهٽتائي |
| هجرت | لڏپلاڻ |
| **سبق ٽيون** | |
| اُخوت | ڀائپي |
| بشر | انسان، ماڻهو |
| صداقت | سچائي |
| عداوت | دشمني، وير |
| عنايت | مهرباني ، ڪرم |
| مروت | لحاظ |
| **سبق چوٿون** | |
| پنهنجي هڙان | پنهنجي ڪمائيءَ / ملڪيت مان |
| دولتمند | شاهوڪار، پئسي وارو |
| سرندي پڄندي | پهچ ، اثر و رسوخ |
| صحابي | صحبت ۾ رهندڙ، دوست |
| غني | شاهوڪار |
| ڪهل | ٻاجهه، رحم، ترس، قياس |
| ويرُ | دشمني |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق پنجون** | |
| استال | دڪان، هَٽُ |
| تربيت | سکيا |
| تفريح | وندر |
| تفسير | سمجهاڻي، تشريح |
| خانقاهه | ويهڻ لاءِ جاءِ، بزرگن جو آستانو |
| درس | سبق |
| رياضتون | عبادتون |
| زائرين | زيارت لاءِ آيل |
| صحبت | دوستي، سنگت، ياري |
| عقيدتمند | مڃيندڙ، معتقد |
| قيام | رهائش |
| ڪانفرنس | ڪنهن مسئلي تي ڪوٺايل وڏو ميڙ جتي ان مسئلي جي باري ۾ تقريرون ٿين |
| مزار | قبر |
| منافعو | نفعو، فائدو |
| واهڻ | ڳوٺ |
| وسندي | ننڍو ڳوٺ، آبادي |
| هلچل | تحريڪ، ڇُر پُر |
| **سبق ڇهون** | |
| آڪاش | اُڀ، آسمان |
| اُپ گرهه | نظام شمسي ۾ شامل سيارا جيڪي خود روشن نہ آهن پر ٻين کان روشني وٺن ٿا جهڙوڪ چنڊ |
| باهمي | گڏيل، هڪٻئي سان جُڙيل |
| جهرمٽ | ميڙ، مجموعو |
| ڪشش | ڇڪ، زور |
| گردش | ڦيرو، چڪر |
| گرهه | نظام شمسيءَ ۾ شامل سيارا جن جي ڌار حيثيت آهي. |
| لڀائيندڙ | وڻندڙ، فرحت ڏيندڙ، موهيندڙ |
| مخصوص | خاص، مقرر ڪيل |
| منڊل | سج چنڊ ۽ تارن جو نظام، نظارو، سرشتو |
| منڊڻ | سينگارڻ، اڏڻ |
| نکٽ | تارن جو ميڙ، جهڳٽو |
| نظارو | ڏيک |
| **سبق ستون** | |
| اُجاري | چمڪائي |
| ٽُرهو | پاڻيءَ مان ترڻ لاءِ ڪکن ۽ ڪاٺين مان ٺهيل سهارو |
| ٽوڪل | پروسو |
| پرچم | جهنڊو |
| چمن | باغ |
| صداقت | سچائي |
| عظمت | وڏائي |
| عَلَمَ | جهنڊا |
| قدم چمڻ | ڪاميابي حاصل ٿيڻ |
| ڪُپت | بي ايماني، ٺڳي |
| ڪدورت | ساڙ، ٻيائي، بغض |
| **سبق اٺون** | |
| اگهامي | قبول پئي |
| پالڻهار | رب، پاليندڙ، ڌڻي سڳورو |
| پرچار | مشهوري |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| جِئُ | فتح، ڪاميابي |
| خلقڻهار | پيدا ڪندڙ، الله تعاليٰ |
| ڏوڙيو | هولي جو ٻيو ڏينهن جڏهن تيز هوا لڳندي هجي |
| سِٽ سِٽڻ | رتون رتڻ، اٽڪلون گولڻ، سازشون ڪرڻ |
| سنسار | جهان، دنيا، ڪائنات، جڳ |
| ڦڳڻُ | سنڌي سال جي آخري مهيني جو نالو |
| نروار | ظاهر، پڌرو |
| **سبق نائون** | |
| بنياد | پيڙهه، پاڙ، جَڙ |
| واڌارو | فائدو، لاڀ، نفعو |
| عِلمي | علم وارو، علم جو، علمائتو |
| ماحوليات | ماحول بابت ڄاڻ، ماحول جو علم |
| سلسلو | ڪنهن شيءِ جي لاڳيتي حالت، ڪَڙِي |
| **سبق ڏهون** | |
| امرت | آب حيات، ترياق |
| سرس | وڌيڪ |
| سندم | منهنجو |
| سونهارا | سونهن وارا، سهڻا، پيارا، نيڪ |
| مهراڻ | سنڌو درياهه جو هڪ نالو |
| هاڪارا | مشهور، هاڪ وارا، نالي وارا |
| هُڳاءُ | سرهاڻ، خوشبوءِ |
| **سبق يارهون** | |
| جنم | جم، پيدائش |
| چوٽڪارو | آزادي، نجات |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| ذهين | هوشيار |
| سجائي | ڪمائتي |
| همت | طاقت، سگهه |
| **سبق ٻارهون** | |
| آثار | نشان، اُهڃاڻ |
| اُڪريل | چٽيل |
| سَياح | سير تفريح ڪندڙ ماڻهو، سيلاني |
| قديم | پراڻو، آڳاٽو |
| ڪُشادا | ويڪرا |
| ماٿري | وادي، سڌي زمين جو ٽڪرو، آبادي لائق زمين |
| **سبق تيرهون** | |
| ڀاڳ | نصيب، بخت |
| سهارو | آسرو، ڏِڍُ |
| سرسبز | سائو ستابو، ساوڪ وارو |
| ڪمي | ڪم ڪندڙ، پورهيت |
| موچارا | ڀلا، ملوڪ، سهڻا |
| **سبق چوڏهون** | |
| اڳرو | تکڙو، اڳيان، اڳي |
| ڀرو | حصو، ڀاڱو |
| سُلڇڻو | چڱن عادتن وارو، سدورو، سڀاڳو |
| ڪهل | رحم، ٻاجهه، قياس |
| واکاڻ | ساراهه، تعريف |
| **سبق پندرهون** | |
| اوپرا | اڻ سڃاتو، ڌاريا، اڻ ڏٺل |
| پرور | الله تعاليٰ، ڏٽي سگهورو |
| پَتِ | عزت، لڄ، پرم، آبرو |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| حُب الوطني | ديس لاءِ پيار، ساڻيھ جي سِڪ، وطن سان محبت |
| سڳ | رشتو، ناتو |
| مارُو | مالوند، ڌنار، پنهوار |
| هاڪ | مشهوري، واڪاڻ |
| **سبق سورهون** | |
| احتياط | بچاءُ جو طريقو |
| چڪاس | جاچ - جانچ |
| ڪارڻ | سبب |
| گُٽيل | گهاٽو، گهُٽ وارو |
| نبل | ڪمزور، هيڻو، نستو |
| هاڃيڪار | نقصان ڏيندڙ، ڇيهو رسائيندڙ |
| **سبق سترهون** | |
| پٺاريون | ڍڳيون، مينهون، چوپايو مال |
| حڪمت | دانائي |
| موليٰ | ڌڻي تعاليٰ |
| مستقبل | آئيندو |
| وٽڪار | وٽن جي ڇانوَ، ٿڌڪار |
| **سبق ارڙهون** | |
| اُتساهه | چاهه، سِڪَ |
| پوئلڳ | مڃيندڙ، پنيان هلڻ وارو |
| حفظ ڪيو | ياد ڪيو |
| خوبصورت | سهڻو، سونهن ڀريو |
| ذريعو | وسيلو |
| شَڪر | کنڊ |
| غير مسلم | مسلمانن کان سواءِ ٻيا |
| فاني | ختم ٿيڻ واري، جلد ختم ٿيندو |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| گنج شَڪر | بابا فريد جو لقب |
| لاڏاڻو | موت، وفات، مرتيو |
| معروف | مشهور، ڄاتل سڃاتل |
| نيڪ سيرت | سٺي اخلاق وارو، نيڪ سڀاءَ وارو |
| **سبق اوڻيهون** | |
| هاڃيڪار | نقصانڪار |
| دستڪاري | هٿ جي ڪاريگري، هٿ جو هُنر |
| رفتار | چال، تيزي، هلڻِي |
| شرح | اگهه، بيان، سمجهاڻي |
| لاڀ | فائدو، نفعو، ڪمائي |
| تجارت | واپار، خريد و فروخت |
| **سبق ويهون** | |
| اٽل | پختو |
| ٻل | زور، طاقت، سگهه |
| پرزا | ٽُڪرا |
| ڏري | ٽُٽي، ٽُڪرا ٽُڪرا ٿي |
| ڏونگر | جبل، پهاڙ |
| ڦل | ميوو |
| **سبق ايڪيهون** | |
| اِنسٽال | داخل ڪرڻ |
| ائڊريس | پتو، ڏَسُ |
| انفارميشن | سُڌ، ڄاڻ، خبر، اطلاع |
| برقي | بجليءَ واري، بجليءَ تي ڪم ڪندڙ |
| ٽيڪنالاجي | حرفت، فني ڄاڻ |
| جديد | نئين، تازي |
| لاڀ | فائدو، نفعو |
| مقصد | مطلب |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ٻاويهون** | |
| اُمنگ | خواهش، تمنا، جذبو |
| اسڪائوٽ جمبوري | اسڪائوٽن جو ميلو يا گڏجاڻي |
| ائسوسيئيشن | جماعت |
| بواءِ اسڪائوٽ | ڇوڪرا اسڪائوٽ |
| باڪردار | اخلاق وارو، سنن لڇڻن وارو |
| بين الاقوامي | عالمي، سمورين قومن وارو، گڏيل قومن جو |
| جٿو | ٽولي، جماعت |
| خلق | عوام، عام ماڻهو |
| خود اعتمادي | پاڻ تي ڀروسو |
| دستڪاري | هٿ جا هنر |
| فخر جوڳو | ساراهيل، ساراهه ڪرڻ جهڙو |
| ڪارائتو | ڪمائتو، فائدي وارو، فائديمند |
| ڳهل | ٻاجهه، رحم، ترس، قياس |
| مفيد | فائديمند، نفعي بخش، لاڀائتو |
| مقبول | وڻندڙ، پسند آيل |
| **سبق ٽيويهون** | |
| اُلڪو | ڊپ، اونو، خوف. ڪُتڪو |
| چراگاهه | جتي جانورن جو چارو يا گاهه موجود هجي، مال چرڻ جي جاءِ |
| سانڍيائين | سنڀاليائين |
| گونج | آواز، پڙاڏو |
| مارو | مارڻ وارو، شڪاري |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق چوويهون** | |
| اجورو | اُجرت، مزوري، معاوضو |
| اتفاقي | اوچتو، اچانڪ |
| ڀڃڪڙي | ٽوڙڻ |
| ترت | جلد، هڪدم |
| پهرو | چوڪي، نظرداري |
| رُڌل | مشغول، مصروف |
| چوڪس | خبردار، سجاڳ |
| ڏتڙيل | دربدر |
| سهارو | ٽيڪ، آڌر، آسرو |
| مورچا | بچاءَ جون جايون |
| واهر | مدد |
| **سبق پنجويهون** | |
| آوي | نهائين، ٿانوَ پچائڻ جي ڪوري |
| آڌاٽا | ڪپڙي اُڻڻ جي مشين |
| احتياط | خبرداري، بچاءُ |
| ريج | زمين کي پاڻي ڏيڻ |
| رائج | هلندڙ، جاري، رواج ۾ |
| صنعتڪاري | ڪارخانا، مشينري |
| موروثي | ورثي ۾ مليل |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مشقت | سخت پورهيو، ڏکيا ڪم |
| مهارت | ڪاريگري، قابليت |
| معزز | مانائتو، عزت پريو |
| مصروف | رُڌل، مشغول |
| نفيس | نازڪ |
| **سبق چويهون** | |
| آگم | جُهڙ |
| انگ | نشان |
| پسڻ | ڏسڻ |
| جُوءِ | ملڪ، وطن، ديس، علائقو، ماڳ |
| جماندر | جمار، عمر، حياتي |
| رنگ رچڻ | خوشيون ٿيڻ |
| سيڻ | مٽ مائٽ، پيارا |
| سار | سنڀال، يادگيري |
| سهسين | سوين، هزارين، وڏي تعداد ۾ |
| سنگهار | مالوند، ڌنار، مال وارا، مارُو |
| ڪِيهان | ڏاهون، رڙيون |
| نينهن | عشق، پيار، سِڪ، محبت |
| **سبق ستاويهون** | |
| آجو | آزاد |
| تابع | هٿ هيٺ، حڪم هيٺ |
| تعلق | واسطو، رشتو، ناتو، لاڳاپو |
| ٿاڪوڙو وجهڻ | پڄائي ڪڍڻ، ماري پڄائڻ |
| خودمختياري | پنهنجي حڪمراني |
| سورهيه | بهادر، دلير |
| سَتُ | سگهه، طاقت |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سورمن | بهادرن |
| سلطنت | بادشاهت |
| سپوت | سلڇڻو پُٽ |
| عرصو | وقت |
| گهراڻي | خاندان، ڪُٽنب، ڪڙم |
| گهمسان | گوڙ، شور |
| **سبق اٺاويهون** | |
| اُجڙي | برباد ٿي، تباهه ٿي |
| جهڳٽا | گهاٽن وڻن جو مجموعو، هڪ هنڌ گڏيل گهاٽا وڻ |
| عمارتي ڪاٺ | جاين جوڙڻ جي ڪم ايندڙ ڪاٺ |
| ڳاٽيٽو | شمار، ڳٽپ |
| لهرون | چوليون |
| وَڳ | ولر (اُنن جا) |
| **سبق اوڻٽيهون** | |
| اهميت | ضرورت، قدر |
| اچرج | حيرت، عجب |
| دربدر | ڀٽڪندڙ، رولو، بي گهر |
| ڪشالا | تڪليفون، ڏکيا ڪم |
| ماٺو | ناز نخرو |
| ماشاءالله | جيڪي خدا گُهري يا گُهريو، الله جي مرضي |
| مهلت | فرصت، واندڪائي، موقعو |
| مخاطب ٿيڻ | ٻئي سان ڳالهائڻ، گفتگو ڪرڻ |
| وڻءُ ويندڙ | پڄندڙ، پري ٿيندڙ |